

ڪروڙ پتي جو پٽ منظور حسين
اعوان (پرسٽيج ڪارز)



محمد حسين اعوان
ڪروڙ پتي



ڪروڙ پتي جي پوٽي
سمن



ڪروڙ پتي جو پوٽو
ڪبير



ڪروڙ پتي جي پوٽي
حنا



ڪروڙ پتي جو پوٽو خورم



ڪروڙ پتي جو پوٽو جنيد



منهنجو والد صاحب پڑهيل بلڪل نہ هو مگر قانون جو اهڙو ماهر هو جو حيدرآباد جو مشهور وڪيل سرڳواسي ڏيئل داس بہ ڪيس مڃيندو هو. ڪيترا وڪيل بابي سائين کان پنهنجن ڪيسن جي باري ۾ صلاح ۽ هدايت وٺندا هئا جن ۾ ٿنڊو آدم جو محترم عبدالحڪيم ڪوسو بہ هو. بابو سائين ڪورٽ جمعدار جي حيثيت ۾ بہ ڪم ڪندو هو ۽ ڪيس آڏي پڇا جي اهڙي تہ صلاحيت هئي جو ان وقت جي سٺن وڪيلن ڪي بہ نہ هئي.

منهنجو والد ريلوي ۾ سپاهي ڀرتي ٿيو ۽ پوءِ هيڊ ڪنسٽيبل ٿيو هو. سندس رٽائرمينٽ کان گهڻا سال پوءِ شڪارپور جو هڪ ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ پوليس ابڙو صاحب پنهنجي بيگم سان گڏ ڪوئٽہ کان موٽيندي ٽرين جي ڪوپي ۾ قتل ٿي ويو ۽ اها جاچ بعد ۾ مسٽر

عرفان خان رٽائرڊ D.I.G پوليس جيڪو ان وقت شايد
حيدرآباد اسپيشل پوليس جو D.S.P يا انسپيڪٽر هو،
کي مليو. جاچ شروع ڪرڻ کان اڳ هو بابي سائين
وٽ تنبو آدم ۾ آيو انهيءَ ڪيس جي باري ۾. ڪانئس
حقيقت وٺي بابي سائين ڪيس يڪدم ٻڌايو ته اهو ڪم
جيڪب آباد ضلع واري جو ڪيل ڏسجي
ٿو ۽ جاچ بعد اهوئي ڏوهاري نڪتو ۽ گرفتار ٿيو.

منهنجي والد صاحب کي ”استاد“ ڪري سڏيندا
هئا. ڪيس ڳنڍ ڇوڙي ۽ ڪاٽ جي ڪيسن جي باري
۾ تمام وڏو آزمودو هو. اهڙن ڪيسن ۾ سنڌ س حد
نه هجڻ جي باوجود به ڪيس مدد لاءِ گهرائيندا هئا.
بابي سائين ڪان اهڙن ڪيسن جون ڳالهيون ٻڌي مان
پاڻ ته ڳنڍ ڇوڙ ڪونه ٿيس مگر ڳنڍ ڇوڙن کي ڏسي
يڪدم پتو پئجي ويندو هوم ته هيءُ ڳنڍ ڇوڙ آهي!

١٩٤٢ ۾ جڏهين مان نور محمد هاءِ اسڪول ۾
مئٽرڪ جو شاگرد هوس ان وقت هڪ دفعي گرم
ڪوٽ جو ڪپڙو ڪارڊن تي گهٽ قيمت ۾ ملي
رهيو هو. مان پنهنجي هڪ پوليس واري دوست کان
سنڌس ڪارڊ وٺي حيدرآباد جي شاهي بازار ۾ ان
دڪان تي ويس. رش هجڻ جي ڪري ٻاهر هڪ طرف
ٿي بيٺس. ويجهو ئي ٿي ديوان بيهي پاڻ ۾ ڳالهائي
رهيا هئا ته هڪ مسلمان به اچي انهن سان گڏ بيٺو.
سنڌس کلهي تي انگوڇو رکيل هو. مون ڪيس ڏٺو

۽ سمجهي ويس ته هي ڳنڍيچوڙ آهي. ان ماڻهوءَ پنهنجي
ڪلهي واري ڪپڙي جي هيٺان پنهنجو هٿ هڪ ديوان
جي ڪوٽ جي اندرين کيسي ۾ وجهي رقم ڪڍي
ورتي ۽ پوءِ هو آهستي آهستي سري ڳهاٽ جي طرف
وڃڻ لڳو. مان به منٽ پئي رکي انجي ڪڍ وڃڻ لڳس
انهيءَ ارادي سان ته ڪافي اڳتي وڃي کيس روڪيان
۽ ڪجهه رقم ڪانئس وٺان !

ديوان کي بعد ۾ پتو پئجي ويو ۽ هو ٽيئي ان
ماڻهوءَ جي پنيان تڪڙو تڪڙو وڃڻ لڳا. جڏهن اهو
مونکي ٿورو ويجهو پهتا ته مون انهن سان هڪ کي
چوندي ٻڌو ته "هيءُ به (يعني مان) هن سان گڏ هو."
بهرحال مان ٿورو اڳتي وڏي ڪاهي طرف واريءَ هڪ
گهٽيءَ ۾ لڙي پيس. جيڪڏهين خدانخواسته مونکي به
پڪڙين ها (چاڪاڻ ته مان به ڪافي وقت انهن جي
ٿورو پرپرو بينو هوس) ته الائجي ڇا ٿئي ها ۽ انهيءَ
حالت ۾ اڄ مونکي ڳنڍيچوڙ اديب جي نالي سان،
اوهين سڀئي، پڪاريو ها ۽ پوءِ — پوءِ شايد مان پنهنجو
تخلص "ڪروڙ پتي" جي "بدران "ڳنڍيچوڙ" رکان ها
جيئن مان توهان سميت سڀني کي چئي سگهان ها ته
منهنجو تخلص "ڳنڍيچوڙ" آهي تنهنڪري ادب نواز
ماڻهون مونکي ڳنڍيچوڙ چون ٿا.

۲۷ — جولاءِ ۱۹۸۷ع. محمد حسين اعوان "ڪروڙ پتي"
(۽ نه ڳنڍيچوڙ)

# ڪنوارو ڪلارڪ

(ٻه ڊرامان — قسمت ۽ ڪنوارو ڪلارڪ)


مصنف

محمد حسين اعوان ڪروڙ پتي


**اپڻي گهوٽ تہ نشا ڏيويڻي!**




**ڏنڊو ڪونڊو پبليڪيشن**

٣— دادا گارڊن — جمال دين افغاني روڊ
شرف آباد — ڪراچي.

ڪنوارو ڪلارڪ

ڏنڀ و ڪونڀ و پبليڪيشن جو
ڪتاب نمبر ۱

ٽائٽل ڊزائين : اصغر علي عزيزآباد ڪراچي

اشاعت آگسٽ ۱۹۸ـ

تعداد ۰۰۰

قيمت سپر ڊيلڪس ايڊيشن ۱۴ روپيه

پرنٽرز واحد آرٽ پرنٽنگ پريس
فون [illegible]



## مهاڳ

زندگي ايتري ته حماقتن سان ڀريل رهي ٿي جو انهن تي ڪلڻ بدران جيڪڏهين رڳو ويهي خار کائجن ته ماڻهوءَ لاءِ هوند جيئڻ ئي وبال ٿي پوي. ڪل ڀوڳ سان ئي زندگيءَ ۾ سلوڻپ ۽ سواد پيدا ٿئي ٿو.

ڪي ماڻهو اهڙا به ٿين ٿا، جو ڪلي چاڻن ئي ڪونه. سدائين سياڻا ۽ سنجيده ٿي پيا گهمندا. اهڙا ماڻهو خوشيءَ جا دشمن ۽ هر قسم جي وندر جا ويري ٿين ٿا. راڳ کين ڪونه وڻي، ناچ ۽ ناٽڪ جا جاني دشمن، ۽ ڪتي کا تصوير ڏسن ته اکين تي ڪنيو هٿ ڏين. آڳرين جي وٿين مان ڪڏهين ڪا جهلڪ جهٽي وٺن ته واه نه ته پيو ٿيو خير. جهڙا ٻنڌ جا ٻنڌ! مثل جسم وانگر سوڻو چيچبين ته رت جو ڦڙو ڪونه نڪرين. ڪا ڳالهه ئي ڪانه وڻين. سواءِ پنهنجي ٻئي هر ڪنهن لاءِ نصيحتن جا دفتر ساڻ کنيو گهمن. هر هنڌ، هر ننڍي وڏي عيب تي نظر ائين وجهي ڪپنديين چڻ ته سندن نظر کي سواءِ ٻئي جي عيب جي ٻي ڪا شيءِ ڏسڻ ۾ ئي ڪانه اچي! اهڙا بنهه گول مول ۽ چيڻ جهڙا ڳرا شخص پنهنجن توڙي پراون لاءِ هڪ مستقل عذاب آهن. شال الله تعالى انهن کان دشمن دوست کي پناهه ۾ رکي.

پيا وري اهڙا شخص به آهن، جو ڳالهه نه ڳالهه رڳو پيا کلندا. ڪي هجي نه هجي، بنهه هٿن مان پيا ويندا. اصل سمجهه ۾ ئي نه ايندو ته نيٺ کلن ڇا تي ٿا. جهڙا ٻارن جي هٿن ۾ جهنجهڻا — رڳو پيا ڇڻڪندا. هوڏانهن ڪنهن کنگهيو نه آهي ۽ هيڏانهن هنن جي ڪِکِي شروع. هر ڳالهه کين ڪتڪتائي ٿي لڳندي. ڪنهن به چيز تي ويچار ڪرڻ هي شخص ڪونه ڄاڻن. خود اهو به ڪونه ڄاڻن ته چرچي ۾ چرچي جي ڳالهه ڪهڙي هئي. ڪري ۽ ڪوٺي ۾ تميز جي تڪليف وٺن ئي ڪانه. ائين رڳو ڏند ٽيڙ ۾ پورا!—. اهڙا بنهه پنگ پانگ جي بال وانگر هلڪڙا ۽ ٽڙ ٽڙيا شخص پڻ پنهنجن ٽوڙي پراون لاءِ هڪ مستقل مٿي جو سور آهن. شال الله تعاليٰ هنن ڪان پڻ دوست دشمن کي پناهه ۾ رکي.

زندگيءَ ۾ حماقت پنهنجا ڏاڍا روپ بدلائي ٿي. ڀانت ڀانت جا ويس آهن، جي هيءَ هر وقت پهريندي ۽ بدليندي ٿي رهي. ڪڏهين هيءَ اسان کي حيرت ۾ وجهي ٿي، ڪڏهين اسان کي بنهه بيچاري ٿي ڇڏي. ڪڏهين هن جو ڏيک ويک اسان کي هرڪايو ڇڏي، ته ڪڏهين سندس رعب تاب اسان کي هيسايو وجهي. مذهب جي دائري ۾، سياست جي دائري ۾، فن جي دائري ۾ — مطلب ته زندگيءَ جي هر ميدان ۾!— ڪنهن وقت هيءَ اسانکان روپوش رهي ٿي ته ڪڏهين

وري ظاهر ظهور پنهنجي جنسار ٻـازين سان اسان کي پنهنجو پرستار بنايو ڇڏي! — فقط هڪ ئي هٿيار آهي جنهن جي اڳيان هـن جا سمورا ترڪتال بيڪار ٿـي وڃن ٿا ۽ هوءَ پنهنجي اصلوڪي روپ ۾ اسان جـي اڳيان اچي ٿي بيهي ۽ اسان سندس حملن ۽ حيلہ سازين کان محفوظ رهي ٿا سگهون. اهو هٿيار آهي اسان جي مٺس کل! — بي ڌڙڪ ۽ ڀرپور کل!! — جنهن کي هوءَ اسان کان لڪندي، جيڪي بہ ڇمڙا پوش هوءَ اسان کان روپوش رهڻ لاءِ پهريندي، اسانجي کل ۽ ٺوڪ کيس هڪدم اونـداهيـن ڪنڊن مـان ڳهلي ۽ سندس ڀرو پائي جو پردو ڦاڙي کيس آٿـي اسان جي اڳيان ڦٿو ڪندي! — زندگيءَ ۾ معقوليت ۽ ماڻهپي آڻڻ لاءِ لازمي آهي تہ جتي بہ ۽ جيڪا بہ حماقت ڏسجي — بلڪ ڳولي ڳولي بہ ان کي پنهنجيءَ کل ۽ ٺٺوليءَ جو نشانو بنائجي ۽ مٺس هوڙهيو هوڙهيو ڪجي. فقط انهيءَ قسم جي چاڻ پريل کل ۽ مزاح سان ئي زندگيءَ ۾ سلوڻپ ۽ سواد پيدا ٿئي ٿو ۽ پڻ زندگيءَ جي سنوارپ ۽ سڌاري جا رستا گهڙجن ٿا.

ادب ۽ مزاح ۾ طنز اهو ئي ڪم ڪري ٿي جيڪو شهرن ۾ ميونسپالٽين جون گند ڪچري واريون ٽرڪون ڪن ٿيون. جتي بہ گند جو ڍير نظر آين، اتي وڃي بيهنديون ۽ ان کي ڀري، ڪٽي وڃي ٻاهر ڦٿو ڪنديون. مزاحيہ ادب بہ زندگي جي ڪس ۽ ڪاراڻ کي ڪيدي

ڪري، ان کي اڇي اجري ۽ پاڪ صاف ڪرڻ جو ڪم ڏئي ٿو. انهيءَ لحاظ کان مزاح نگار جو درجو مفڪر ۽ مصلح جو درجو آهي.

اسانجي سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ مزاحيه ادب، خاص ڪري مزاحيه لوڪ ادب، معيار توڙي انداز جي خيال کان ڪافي اوچو ۽ جهجهو آهي. ڪورين ۽ ڏهرين جا نقل، ٻروچن جا سنڌين تي ۽ سنڌين جا ٻروچن تي ناهيل چرچا، مسلمانن جا هندن تي ۽ هندن جا مسلمانن تي بنايل ٽوڪ، ملن جون موالين تي ۽ موالين جون ملن تي ٽوڪبازيون، ۽ پڻ وڏيرن تي ۽ هارين تي، پيرن تي ۽ مريدن تي، شهرين تي ۽ ٻهراڙيءَ وارن تي، ڪلارڪن تي ۽ ڪامورن تي، — مطلب ته هر طبقي ۽ هر پيشي جا، پاڻ کي چڙي، پين تي ناهيل چرچا ۽ لطيفا اسان وٽ ايڏا ته ٻي انداز ۽ دلپذير موجود آهن، جو جيڪڏهين اهو لوڪ مزاح جو مواد گڏ ڪجي، ته هوند کي ڪتاب نهي پون. ڪٿي ڏسو ته ”ٽوپي“ ۽ ”پڳ“ ٻيون هڪ ٻئي تي ٽنوليون ڪن، ته ڪٿي ”گدڙ“ ۽ ”گڏهه“ پيا هڪ ٻئي کي گهلين. ڪٿي ”هاري“ ٻيو ”ڪانو“ سان جهيڙو ڪئي، ته ڪٿي وري ”ڪبر“ پيئي ”مئنا“ سان مهاڏو ڏئي! — اسان جي زنده دل عوام ۾ ڪل ٻوڳ ۽ چرچي ڀڳهي جي ايڏي ته عادت ۽ ذات آهي، جو گهڻو ڪري هر ڳوٺ ۾ ڪونه ڪو هڪڙو ضرور اهڙو ملندو، جو

## مهاڳ ٥

ائين ئي چوندي چوندي پيو چرچا گهڙيندو — ۽ اهڙيءَ طرح ڪالهه جا چرچا اڄ جا ٽوٽڪا ۽ اڄ جا چرچا سڀاڻي جا لطيفا بڻبا ٿا رهن.

سنڌيءَ ۾ تصنيف ٿيل مزاحيه ادب، خاص ڪري طبعزاد مزاحيه ناٽڪ، البت گهٽ آهن. "انڌير نگري"، "ڏنيچند"، "ولائتـي جوءِ"، "حرڪت مان برڪت"، "نيم طبيب خطره جان"، "شيخ چلي ۽ اڳڻ مسخرو"، "دنيا دو رنگي"، "بد نصيب تـري"، "ڏڪار ناٽڪ"، "ڪورٽ ناٽڪ"، "نجومي"، "شاهدي"، "واپيئڙو"، ۽ اهڙا چند ٻيا مزاحيه ناٽڪ آهن، جن جا هن سلسلي ۾ نالا وٺي سگهجن ٿا. جيئن ٻيءَ صنف جو ادب تيئن مزاحيه نـاٽڪ پڻ ڪيترائي اسان وٽ البت ڇپهر نـه ڇپجڻ جي سبب، گم ٿي ويل آهن. رڳو انهن جا نالا ادب جي تاريخ ۾، هيتي هُتي، اڄ اسين پڙهي سگهون ٿا. نهايت خـوشـيءَ جـي ڳـالهه آهي جو اسان جـو "ڪروڙ پتي" دوست پنهنجي گنج مـان هي ٻنهه تازا ٻـه مـزاحيه نـاٽڪ "ڪنوارو ڪلارڪ" ۽ "قسمت"، اسان کي بخشي رهيو آهي. "ڪروڙ پتيءَ" کي سندس انهيءَ نالي ڪان سواءِ آءٌ ڪونه سڃاڻان. البت سندس اصلي نالو مون هاڻي هٿ ڪيو آهي. گهٽو ئي "ڪروڙ پتي" ڪروڙ پتي بڻيو اسـان غـريبن کـان لڪندو رهيو، پـر جـڏهين هـي ٻـه نـاٽڪ مـون ڏانهن مهاڳ لـکڻ لاءِ موڪليائين — ۽ موڪليائين بـه ائين جو نـه خط نـه پٽ،

نہ نالو نہ پتو، رڳو ڏ روڙ پتين مان هڪ ڪروڙ پتي!—
تڏهين اسان بہ ڪٿي بہ جهليو. پوءِ جڏهين هيءَ ڊراوت،
ٿان جـي شوخائي ڪري، ڪجهہ عرصو پاڻ وٽ ائين
جهلي ويهي رهيا سون، تڏهين پورن ٻارهن مهينن ڪانپوءِ
وڃي ڪروڙ پتي صاحب اسان کي پنهنجو اصلوڪو نالو
۽ پورو پتو ٻڌايو!— پڙهندڙن کي معلوم هئڻ گهرجي
تہ ”ڪروڙ پتي“ صاحب جو نالو محمد حسين آهي،
ذات جا پاڻ اعوان آهن، سندن جنم جو هنڌ ٽنڊو آدم
آهي ۽ هاڻي پاڻ شڪارپور ۾ اسسٽنٽ فوڊ ڪنٽرولر
يعني ”خوراڪ جا نائب قبضيدار“ آهن. پاڻ جڏهين
”ڪروڙ پتيءَ“ مان وڏي ”ارب پتي“ ٿيندا، تڏهين
اسان جا پورا فوڊ ڪنٽرولر بنبا . ۽ پوءِ يا تہ اسان
اوهان جي خوراڪ جو خير ڪونہ رهندو، يا تہ وري
ان جي پاڻ کي ڪا گهٽتي باقي نہ رهندي!— زياده
امڪان البت پوئين ڳالهہ جا آهن. هيلتائين ايترو اسين
بہ سمجهي ويا آهيون تہ پاڻ آهن ٻنهہ اسان اوهان جي
جوڙ جس جا يعني ”اڇا ڪپڙا ڪيسا خالي“ ۽ ڪروڙ پتي
پـاڻ کـي چوائـي پـاڻ رڳـو اسان اوهان سان يوڳ
پيا ڪن!

هـن سلسلي ۾ هڪڙي ڳالهہ دل تي چڙهي بيٺي
آهي، سا اڳو پوءِ پڙهندڙن کي ٻڌائي، پاڻ بس ڪنداسين—
پوءِ ”ڪروڙ پتيءَ“ جا هـي ناٽڪ ڄاڻن ۽ انهن جا
پڙهندڙ ڄاڻن!

## مهاڳ

ڪجهه ڏينهن ٿيا ته لاهور ريڊيو تان هڪڙو فيچر نشر ٿيو، جنهن ۾ هڪڙو مداري پيش ڪيو ويو، جنهن جي دعوا هئي ته هو ماڻهن جا جِن ڪيندو آهي. سندس اڳيان پوءِ هڪڙو جِن ورتل ماڻهو آندو ويو، جنهن ڪي پنهنجي چاتل سچاتل ۽ قابل عمل دستور مطابق پڇيائين هن موج ۾ آندو ۽ پوءِ هڪل ڏيئي ڪانئس پڇيائين، ”فقير بِڏاءِ ڪهڙيءَ ذات جو جِن آهين؟“ هڪل جو جواب هڪل ۾ مليس. چي، ”مان آهيان جمهوريت جو جِن!“ جنهن تي مداري هيڪر ته بنهه بس ٿي ويو پر نيٺ دل پڪي ڪري، پيڪيدار آواز ۾ چيائين ”تڏهين بيهه ته ڪيان ڪو مارشل لا جو ڏنبو!“ سامهون سا ڳئي پيڪيدار آواز ۾ جواب مليس، ”مارشل لا جو ڏنبو مهربان پاڻ وٽ رک. اسان فقيرن ڪي گهرجي ڊبل روٽي، مکڻ ۽ انڊو!“ هاڻي اسان جو ”ڪروڙ پتي“ دوست به وڏي ارب پتي بنجي يا پدم پتي، اسان بهرحال ڪيس ائين ئي چونداسين ته ائين اسسٽنٽ فوڊ ڪنٽرولر مان وڏي پورو فوڊ ڪنٽرولر ۽ پوري فوڊ ڪنٽرولر مان وڏي يلي وچي پاڻيءَ ۽ هوا جو ڪنٽرولر بنجي، پر هر هال ۾ پيو جي نه ته به الله جي ڏني مان اسان ڪي مڙيوئي ڪڏهن ڪو مزاحيه افسانو، ڪو مزاحيه ناٽڪ ۽ جي ٿي سگهيئي ته ڪو مزاحيه ناول ڏيندو رهج! — اسانجي زندگيءَ ۾ ڏاڍي الوٽپ ۽ بد مزگي پيدا ٿي ويئي آهي. هرڪو

مهاڳ ٨

پنهنجو پاڻ کان ڪڪ ٿيو پيو گهمي. ”خبر پيئي خوشي ويئي“ جي چوڻيءَ مطابق جيتري ٿي زندگي جي حماقتن جي خبر پوي، اوترو ئو هانءُ سست ٿئي. زندگيءَ ۾ ايمان تازي رهڻ لاءِ ضروري آهي ته ڪجهه قدر مٿس خار کائجن ۽ ڪجهه قدر مٿس کلجي. ادب ۾ مزاح نگاري، خاص طرح مزاحيه ناٽڪن جي صورت ۾ مڪمل بوريت جي نڪمائيءَ کان نجات ڏيارڻ جو هڪ اٽل ۽ مجرب نسخو آهي، ۽ ”ڪروڙ پتيءَ“ جهڙا صاحب نگاه حڪيم ئي آهن، جن وٽان اسان اوهانَ کي اهڙو املهه نسخو حاصل ٿي سگهي ٿو.

حيدرآباد سنڌ

(١٥-١٠-١٩٦٢ع)

**محمد ابراهيم جويو**

# پيش لفظ

مان ٢٨ نومبر ١٩٤٥ع تي نوڪريءَ ۾ گهڙيس ۽ منهنجي پهرين پوسٽنگ مختيارڪار شهدادپور جي آفيس ۾ ٿي. اسين پنج - ڇهه ڄڻا مختيارڪار جي آفيس جي ويجهو هڪ ڪچيءَ جاءِ ۾ رهڻ لڳاسين. هڪ بورچي رکيو سين جيڪو اسان سڀني جي ماني ٺاهيندو هو. بورچي بنهه ٻوڙو هو شايد ان ڪري ڪنهن ٻئي ڪونه ٿي رکيس ۽ اسان کي پنهنجي ڪلب لاءِ ان وقت جي لحاظ کان گهٽ پگهار ۾ ملي ويو هو. ان وقت ڪلارڪن جي ڪل پگهار پنجٽيهه روپيه ماهيانو هئي. اسان ۾ هڪ سپروائيزنگ ٽپيدار، هڪ ٽپيدار ۽ هڪ ڪتل ڪاٽي جو ڪلارڪ هو ۽ ٻڍي اسين ٽي مختيارڪار جي آفيس جا ڪلارڪ هياسين. ٻين ٻن ڪلارڪن مان هڪ سيٺارجا جو ميمڻ هو جيڪو پڇاڙيءَ جو اسسٽنٽ ڪمشنر ٿي رٽائر ٿيو ۽ ٻيو ڪنڊياري تعلقہ جو ڪلهوڙو هو غلام رسول نالي جيڪو ڏهن ٻارهن سالن کانپوءِ هيڊ منشي ٿيو ۽ پوءِ ترت ئي گذاري ويو.

صبح جو نيرن ۾ اسان سڀ چانهه سان ماني کائيندا هئاسين. هن ميمڻ ڪلارڪ ۽ غلام رسول ڪلهوڙي جي

اها حالت هئي جو چانهه پيڻ لاءِ وٽن ڪوپ به نه هو ۽ هو ٻئي دان جي ٺڪر جي ڍڪڻين ۾ چانهه استعمال ڪندا هئا! — مان هر مهيني پنهنجي ماءُ-پيءُ ڪان ڪجهه پيسا وٺندو هوس ته ڏهين اوطاق/ڪلب جو خرچ جيڪو منهنجي حصي ۾ ايندو هو پورو ڪري سگهندو هوس. پگهار مان رڳو پنج سٺ روپيه به پنهنجي گهر نه ڏيئي سگهندو هوس اٿلو منهنجن ڪپڙن لٽن جو خرچ به منهنجي ماءُ پيءُ تي هو. اهڙين حالتن ڪي ڏسي مون هيءُ ڊرامو لکيو هو.

شروع ۾ هن ڊرامي جا مون فقط پهريان ٽي منظر لکيا هئا جيڪي ڪراچي مئڪلوڊ روڊ (چندريگر روڊ) تان نڪرندڙ موتي لعل مهتا جي ماهوار رسالي ”فلمستان“ جي ماه فبروري ۱۹۴۷ع جي پرچي ۾ شايع ٿيا هئا. ان وقت هن ڊرامي جي هن ريت شايع ٿيڻ جي ڪري ڪنهن تي ڪو اثر ٿيو يا نه ۽ جي ٿيو ته ڪهڙو، سا مون کي خبر نه آهي مگر منهنجو اهو ڊرامو حيدرآباد ريلوي پوليس جي صوبيدار عيسيٰ خان پنهور پڙهي، منهنجي پيءُ کي چيو هو ته هاڻي محمد حسين جي جلد شادي ڪرائي ڇڏ ۽ منهنجي شادي انهيءَ ئي سال ۱۹۴۷ع ۾ ڊسمبر ڌاري ٿي ويئي.

۱۹۴۷ع ۾ پاڪستان الله جي مهرباني سان وجود ۾ آيو ۽ آهستي آهستي ڪامورن جون پگهارون وڌنديون

رهيون مگر ان واڌ کان گهڻو وڏيڪ ڪاڏي پيتي ۽ ٻين ضروري شين جون قيمتون به وڌنديون رهيون ۽ ڪامورن جي حالت وقتي وقتي ٿوري گهٽي فرق سان عام طرح ساڳي ئي رهندي آئي!

موجوده حڪومت وقت جي نزاڪت کي مدنظر رکندي مهيني اڌ ۾ پگهارون وڌائي رهي آهي. الله سائين ڪري سٺي نموني پگهارون وڌن مگر ساڳئي وقت ضروري شين جون قيمتون به مناسب حد جي اندر رهن.

**محمد حسين اعوان ڪروڙپتي**

٣٠ جون، ١٩٨٧ع

# قسمت

## انتساب



حضرت شاه مردان شاه ثاني
پير صاحب پاڳارا هفتم جي سڳوري نالي.

هيءُ ڊرامو، ڊراما نويس محمد حسين اعوان ڪرورڙيٽي يا ان جي پٽ جي لکيت ۾ اجازت کانسواءِ نه ڪٿي ۽ ڪڏهن اسٽيج ڪيو وڃي ۽ نه ئي ان ڪي ڪنهن به طرح / نموني ٽي- وي يا ريڊيو تي آندو وڃي ۽ نه وري ڪنهن ٻئي نعوني استعمال ڪيو وڃي سواءِ اهڙي لکيت ۾ اجازت جي، البت اخبارون، رسالا، ٽي • وي، ريڊيو وغيره هن ڊرامي بابت پنهنجا رايا شايع / ظاهر ڪري سگهن ٿا.

# قسمت (اسٽيج ڊرامون)

ويس ڏاري:

ڪنول ۽ موهن: ٻه نوجوان بوٽن جي دڪان ۾ واپاري.

ڪملا ۽ موهني: ٻه اپ ٽو ڊيٽ حوان ڇوڪريون.

هڪ ڏوتيءَ سان وائيو ۽ سندس ۸ سالن جو پٽ.

هڪ پوليس جو سب انسپيڪٽر - سرڪاري ڊريس ۾.

هڪ جهور پيرو مسلمان - ٻهراڙيءَ جو.

هڪ پوڙهو ٻانيڙ - مٿو ڪوڙيل - ڊگهي چوٽي - گنجي ۽ ڏوتيءَ سان.

هڪ پوليس وارو - ڊريس ۾.

چانهه وارو ڇوڪرو.

ٻه - ٽي گراهڪ.

پنج - ست ٻيا ماڻهون.

# منظر پهريون

## ( پردو کڄي ٿو )

بوٽن جو دڪان. ڏاڪي پاسي چار پنج ڪرسيون رکيل آهن. ساڄي پاسي هڪ گاديلو ۽ هڪ وهاڻو ٽيڪ ڏيڻ وهڻ لاءِ. گاديلي جو اورئين پاسي ننڍيءَ صندليءَ تي هڪ ننڍي لوه جي ڪئش باڪس رکيل آهي. ڪنول گاديلي تي ويٺو آهي ۽ موهن ڪليل بوٽ کوکن ۾ وجهي مٿي رکندو ٿو وڃي ۽ ڳالهائيندو به ٿو رهي.

”هون! ڪمبخت ڪنهن جاءِ جا — هيءَ نه ڪپي— هو نه ڪپي. جي ڪارو ڏيکارجين ته ڳاڙهو گهرندا ۽ جي ڳاڙهو ڪڍي ڏجين ته بادامي‌ءَ لاءِ چوندا ! — رڳو ڪنل ڪنل ماٺهون ٿا اچن اسانجي دڪان تي — اهڙي ڏنڌي ڪان ته بهتر هو جيڪڏهين شنڪر شير وٽ تلڪ چاڙهيءَ تي وڃي پان بنايون ها ۽ — يا وڃي قلعي جي ويجهو امر ناٿ سوريءَ جون دوائون وٺي وڃي ريلوي ٽرينن ۾ وڪڻون ها!

ڪنول:- موهن، اسان هيءَ دڪان ڪڏهين کوليو هو؟

موهن :- چوٿينءَ جولاءِ تي.

کنول:- ۽ اڄ؟

موهن :- ٽين آگسٽ آهي.

کنول:- ۽ انهيءَ عرصي ۾ ڏنڊو گهڻو ڪيو اٿئون؟

موهن :- فقط هڪ بوٽ ڇهين نمبر جو سٺين روپئين وڪيو اٿئون جنهن مان ٻه اچان ٽي روپيه گراهڪ ڏي رهيل آهن.

کنول:- هون — ته گويا هڪ مهيني ۾ هڪ سڄو سارو روپيو ڪمايو اٿئون ۽ جي رهيل رقم گراهڪ هضم ڪري وڃي ته ٻه روپيه پنهنجي گهر جا چٽ! (کلي) چڱو ڏنڊو هلي رهيو آهي پنهنجو!! — موهن مان تو پڇان آخر پيا ٻه سوَ ڪن هن شاهي بازار ۾ بوٽن جا دڪان آهن — آخر اهي ڪيئن ٿا ڪمائين؟

موهن :- اهي سڀ ڪمائين ٿا ۽ خوب ٿا ڪمائين، چاڪاڻ ته وٽن ڪمائڻ جو ڍنگ آهي. گراهڪن کي خوشامد سان يا ٻئي ڪنهن نموني اهڙيءَ طرح ٻڌيو ڇڏين جو ڪين خوشيءَ سان يا مجبوريءَ سببان ڪجهه نه ڪجهه وٺڻو ئي ٿو پوي — ۽ — اسانجي ته اڃان شروعات آهي. پنج - ست مهينا ته ٻاڻ کي اڃان ڏڪ سهڻا ئي پوندا جنسين وچ ۾ اسانجو دڪان ڄمي!

کنول:- موهن، اهڙن روز روز جي ڏکن سهڻ کان چا اهو بهتر نہ ٿيندو تہ پاڻ هڪ واريءَ ئي ڏيوالو ڪڍي پوءِ وري اچي دڪان کولي وهون؟

(موهن کلي ٿو — ٻاهر دڪان جي در وٽ هڪ واڻيو ننڍي ڇوڪر سان گڏ اچي ٿو بيهي ۰)

واڻيو :- هتي بوٽ ملندا؟

کنول:- (آهستڙي پنهنجي منهن) ملڻ تہ گهڻ ڏاڻي ڪپي ها — مگر افسوس جو هتي بوٽ ٿا ملن۔

موهن :- (در ڏي وڌي) اچو، اچو۔ هتي هر ڪنهن نموني جا بوٽ ملندا۔ پهرين نمبر کان وٺي ڏهين نمبر تائين ! — هر رنگ جا — هر سائيز جا — مرداڻان — زنانا — مگر مگر اوهين تہ مرد ٿا ڏسجو۔ يقينا نر! — اچو اندر اچو (واڻيو اچي هڪ ڪرسيءَ تي ٿو وهي) — هن ٻي ڪرسيءَ تي ٿي وهو — هوءَ ڪُڇ ميري آهي۔ (موهن ٻيءَ ڪرسيءَ کي ڪپڙي سان ڇنڊي ٿو ۽ واڻيو ان ڪرسيءَ تي ٿو ويهي ۽ پاسي واريءَ ٽين ڪرسيءَ تي ڇوڪر کي ٿو وهاري ) فرمايو، اوهانکي ڪيترا جوڙا، کهڙي نمبر ۽ کهڙي رنگ جا کپن؟

واڻيو :- رڳو هڪڙو جوڙو هن ڇوڪر لاءِ — مگر مجبوط.

موهن :- ها — مجبوط — ڪنول، پنج ست ڪوڪا چوٿين نمبر جا ته لاهي وٺ.

(موهن واڻئي ۽ سندس ڇوڪر جي پيرن وٽ ويهي ٿو رهي. ڪنول ڏاڪڻ تي چڙهي بوٽن جا ڪوڪا هيٺ اڇلائي ٿو جيڪي ڪيرڻ سان ڪلندا تا وڃن. هڪ ڪوڪو موهن جي مٿي تي اچي ٿو ڪري.)

موهن :- (رڙ ڪري) بس بس گهٽان ٿيا! (پوءِ واڻئي کي بوٽ ڏيکاريندي) هي آسام براند — تمام سٺي شي اٿو — ۽ هي فليڪس جو. فليڪس ٻڌي هوندي اوهان؟ — تمام مشهور ڪمپني آهي. جنگ جي ڪري ڪمپنيءَ مال موڪلڻ بند ڪري ڇڏيو هو ته شوقينن ٻه بوٽ پائڻ ڇڏي ڏنا هئا!

واڻيو :- (ڪلي) ته ڇا شوقين پيرين اگهاڙو گهمندا هئا؟

موهن :- نه، ڇا ڪڙيون پائيندا هئا — ڪاٺ جون — ڇاڪاڻ ته فليڪس ڪانسواءِ ڪين بي ڪا شي وڻندي ئي ڪانه هئي — هينئر اسان وٽ رڳو اهو هڪ جوڙو موجود آهي — شايد اوهان لاءِ.

واڻيو :- (شو ڪيس ۾ رکيل هڪ بٽي بوٽ ڏانهن اشارو ڪري) ۽ هو؟

موهن :- (ان بوٽ کي هٿ لائي) هي ۽ ؟ — خوب ڏٺو باٽا — باٽا جو آهي هي ۽ شو — باٽا جو بوٽ انسان جو جيون ساٿي آهي! باٽا جو چوڻ آهي، ”مان تيسين پنهنجي پائيندڙ کان جدا نہ ٿيندس، جيسين ڪيس مساڻن ۾ نہ موڪليندس!“ ڪنول، هن جو بہ هڪ جوڙو هوندو نہ؟

ڪنول:- بہ جوڙا — نہ شايد هڪ ٽي — هڪڙو تہ ڪالهہ تر جو تپيدار ڪشن چند، مختيارڪار چوئٿرام بجلاڻيءَ جي پٽ لاءِ وٺي ويو هو!

واڻيو :- (بوٽ کي چتائي ڏسي) هن جو چمڙو ڪجهہ ٿڙڪائنو ٿو ڏسجي.

موهن :- ٿڙڪائنو؟ — اون هون — اهو اوهانجو اجايو خيال آهي — تہ چڱو پلا چڙيو هن کي — هي شي ڏسو (بوٽ هٿ ۾ کڻي مٿي ڪري) گرانڊ فوٽ ويئر ڪمپني آف انڊيا! نمبر ون شي اٿو — هن کي فليڪس ۽ باٽا جو سڪسچر چوڻ بيجا نہ ٿيندو. سا گڏي وقت منجهس فليڪس جي نزاڪت بہ آهي ۽ باٽا جي مضبوطائي بہ! گويا هڪ ٽڪيٽ ۾ ٻہ مزا!!—

هن جو بہ اهو هڪ جوڙو بچيو آهي.
هئا ته مگر هڪ اڄ، ڪليڪٽر صاحب شيخ
محمد بخش ”ڪوجهي“ پنهنجي پوٽي لاءِ
گهرائي ورتو.

واڌيو :- (پنهنجي پٽ کي) ڪيئن ــــ اهو ڪپيئي؟
(ڇوڪرو ڪنڌ سان ها ٿو ڪري. موهن
کيس بوٽ پارائي ٿو جو پورو ٿو اچيس.)

موهن :- (ڪنول کي) ڪنول، سيٺ لاءِ ڪا چانهه
نہ گهراءِ.

ڪنول:- (در وٽ وڃي ڏاڍيان) ڇوڪرا گنگو! ــــ
ڏيڍ ڪوپ چانهه جو ڪٽي آءُ.

واڌيو :- (بوٽ هٿ ۾ جهلي) هن جي قيمت؟

موهن :- سيٺ صاحب، هيءَ هڪڙي شي اٿو ــــ
سوڪڙي! ــــ ڪاموري جو پگهار، عورت
جي عمر ۽ شي جي قيمت نہ پڇبي آهي!
جيڪي وڻيوَ سو ڏيو.

واڌيو :- (کلي ٿو) ــــ پر ائين ڪيئن ٿيندو. اوهين
پاڻ ڪرائي ٻڌايو.

موهن :- پاڻ وٽ هڪ ڳالهہ آهي ــــ جيڪو بہ ڳالهيون
ڪري سو ٻن جو پٽ........

ڪنول:- (آهستڙي) هڪڙي ماءُ ۽ ٻہ پيءُ!

موهن :- هن جي قيمت ـ پين کان آني گهٽ ڇهه رپيه مگر ـــ اوهان کان فقط پنج روپيه پندرنهن آنه .

واڻيو :- (وات ڦاڙي) فقط ۽ ـــ پنج روپيه پندرنهن آنه سچا سارا هن چوٿين نمبر جي قيمت!

موهن :- پائي کندو اعتبار؟ ـــ اهـا ساڳي شي ـــ ساڳئي رنگ ۽ ساڳئي نمبر جي ڪليڪٽر صاحب کـي سندس پـٽ لاءِ ستين روپئين وڪي اٿئون!

واڻيو :- هوندو ـــ پر پاڻ کان جور آهي. (پٽ کي) اُت ڇيتن.

موهن :- ڀلا اوهانجي خيال موجب گهٽون لهي؟

واڻيو :- چار روپيه ـــ اهي به لاچار.

موهن :- ڇگو ڏيو ـــ سادا چار روپيه ڏيو (بوٽ کي کوکي ۾ وجهندي) ڌرم سان اٺ آنه گهران ڇٽـي پري ٿـا ڏيون! ـــ اوهين بـه ڀلا اڄ پهريون دفعو اسانجي دڪان تي آيا آهيو.

واڻيو :- پر سونکي ڪاري رنگ جو کپي.

موهن :- ڪنول، هن مان ڪارو لاهي وٺ.

(ڪنول ڪارو بـوٽ لاهي ٿـو اچي. واڻيو بوٽ چوڪري کـي پارائي ٿو جو پورو ٿو اچيس. وري پير مان لاهيس ٿو.)

واڻيو :- هن ڪان هڪ نمبر وڏو ڏيو. ٻار آهي نہ —
اڄ ننڍو سيان وڏو. سندس پير آخر تہ وڌندو.

موهن :- هيءُ بوٽ بہ آ ڳر ڪن وڏو اٿس — پر جي
ڇئو تا تہ اوهانکي پنجون نمبر ڳاڙهي مان
ڏيئي سگهبو.

واڻيو :- نہ، اسانکي ڪارو ڪپي — ڇوڪر ڳاڙهو
پائيندو ئي ناهي. (واڻيو اتي ٿو ڪنول سندس
ڪلهن تي هٿ رکي ڪيس وهاري ٿو.)

ڪنول:- وهو، وهو. مان تہ اوهان کي هڪڙي شي
ڏيان. بس عمر لاءِ چٽي پوندو! (هڪ ڪوڪو
لاهي ان کي سوٽلي ٻڌي واڻئي کي ڏئي
ٿو) ڪيڏ ٻارنهن روپيہ!

واڻيو :- (عجب مان) ٻارنهن روپيہ! — ڳالهہ، جٽ!
(سوٽليءَ کي ٽوڙي ڪوڪي مان ڏهين نمبر
جو هڪ وڏو ڪارو بوٽ ٻاهر ٿو ڪڍي.)

ڪنول:- (چڙ مان ۽ ٽوڪ جي نموني) بوٽ بلڪل
ٺيڪ آهي. ٻار آهي نہ اوهانجو هيءُ پٽ!
اڄ ننڍو سيان وڏو، سندس پير آخر تہ وڌندو —
بس، ڇوڪر عمر لاءِ چٽي پوندو!!

واڻيو :- ( شرمسار ٿي ) الائجي منهنجو مگج خراب
آهي، الائجي توهانجو.

ڪنول:- ( ڏاڍيان ) ٻنهي جو! (ايتري ۾ چانهه وارو ڇوڪرو چانهه کڻي تو اچي)— موهن هن کي چانهه جا پيسا ڏي.

(موهن چانهه واري کي ڇهه پيسا تو ڏئي— مگر ڪانئس چانهه نٿو وٺي.)

چانهه وارو: چانهه ڪنهن کي ڏيان؟

ڪنول:- چانهه ناليءَ ۾ هاري ڇڏ. (واٽئي کي مخاطب ٿي) نڪري وڃ دڪان مان! آيو آهي بوٽ جي خريداري ڪرڻ!!

واٽيو ڇوڪر کي آ گر ڪان جهلي تڪڙو تڪڙو دڪان تان لهي تو وڃي. موهن ۽ ڪنول منٽ ڪن چپ چاپ هڪ ٻئي جي منهن ڏانهن نهارين ٿا ۽ پوءِ —

موهن :- (مرڪي) قسمت!

ڪنول:- (مٺي تي هٿ هڻي) ها — قسمت!!

( پردو ڪري ٿو )

# منظر ٻيون

(پردو کڄي ٿو)

ساڳيو بوٽن جو دڪان. ڪنول گاديلي تي ويٺو آهي ۽ موهن چيلهه تي ٻئي هٿ رکي سندس سامهون بيٺو آهي.

ڪنول:- موهن، تون پاڻ کي چالاڪ ٿو سمجهين مگر تون حقيقت ۾ وڏو بيوقوف آهين. توکي گراهڪ سان ڳالهائڻ جو ڍنگ ئي ڪونه ٿو اچي. جيڪڏهين تون سچ پچ چالاڪ ۽ سياڻو هجين ها ته چو هيئن سڀ گراهڪ بنان خريداريءَ جي موٽي وڃن ها!

موهن:- (مرڪي) ته چڱو، راءِ بهادر سيٺ ڪنولرام، اڄ‌کان پوءِ آءٌ گراهڪن سان منهن ڏيڻ ـــ ڏسون اوهانجي به چالاڪي ۽ استادي!

ڪنول:- ائين ئي ڪندس.

موهن:- ڪنول، ڇو نه اڄ هڪڙي ريهرسل ڪري وٺون؟ـــ مان گراهڪ ٿي ٿو اچان.

مـوهن دڪان ڪـان هيٺ لهي وري دڪان
تي چڙهي ٿو ۽ ڪنول اتيئي وينو رهي ٿو.

ڪنول:- ( موهن ڏانهن مخاطب ٿـي ) اوهين ڇو آيا
آهيو دڪان تي؟

موهن :- مونکي هڪ بوٽ کپي.

ڪنول:- هون — اوهانکي يقين آهي ته اوهانکي هڪ
بوٽ کپي؟

موهن :- ڇا مطلب؟

ڪنول:- مطلب تـه اسانجي دڪان تـي ڪيترا اهڙا
واندا انسان اچن ٿـا جـن کي بوٽ نـه وٺڻا
هوندا آهن، مگر پکي جي هيٺان ويهي پنهنجو
پگهر سڪائـي ۽ اسانـکي اجايو تڪليف ۾
وجهي اسانجو پگهر ڪڍندا آهن — تنهنڪري
اسان فيصلو ڪيو آهي ته رڳو انهن ئـــي
ماڻهن کي بوٽ ڏيکاريون جـن کي سچ پچ
بوٽ جي گهرج هجي. ( سرڪي ) معاف
ڪجو اوهان وٽ ڪا ثابتي آهي جا ڏيکاري
ته اوهانکي پڪ ئي پڪ هڪ بوٽ کپي؟

موهن :- ( کلـي ) — آهـي ( کيسي ۾ هـٿ وجهي )
منهنجو هيءُ نوٽن سان ڀريل پٽون جو هڪ
چمڪندڙ بوٽ کـي دعوت ڏيئي رهيو آهي

۽ اوهين ڏسي سگهو ٿا (پنهنجن پيرن ڏانهن اشارو ڪري) منهنجو هيءُ قاتل ۽ چتين لڳل بوٽ بلڪل بيڪار ٿي چڪو آهي!

ڪنول اٿي ٿو مگر ان وقت هڪ سوٽيڊ بوٽيڊ گراهڪ دڪان ۾ داخل ٿئي ٿو تنهن ڪري ڪنول وري گاديلي تي ويهي ٿو رهي.

ڪنول:- (گراهڪ ڏانهن آڳر جو اشاري ڪندي) اوهين ڇو آيا آهيو هن دڪان تي؟

گراهڪ:- (منٽ اڌ عجب مان ڪنول جي منهن ڏانهن ڏسي) مونکي هڪ بوٽ کپي. (ائين چئي گراهڪ هڪ ڪرسيءَ تي ويهي ٿو رهي.)

ڪنول:- اوهان کي يقين آهي ته اوهانکي هڪ بوٽ کپي؟

گراهڪ:- (ڪاوڙ مان ڪرسيءَ تان اٿندي) توکي يقين آهي ته تون هڪ دڪاندار آهين؟

ڪنول:- ڇا مطلب؟

گراهڪ:- (ڏاڍيان) مطلب ته تون هڪ جاهل آهين! بيهودو!!

(گراهڪ پوءِ تڪڙو تڪڙو دڪان تان لهي هليو ٿو وڃي.)

موهن :- (ٺهڪ ڏيئي) توکي يقين آهي تہ تون هڪ دڪاندار آهين؟— منهنجي مضبوط خيال ۾ تون فقط هڪ بيهودو مل آهين!

(ڪنول لڄ وچان پنهنجو ڪنڌ هيٺ ڪري. اوڏيءَ مهل هڪ جهور پوڙهو ٻهراڙيءَ جو مسلمان، جنهن کي هڪ ڏنگهي لٺ هٿ ۾ آهي، اچي دڪان جي در تي ٻاهر بيهي ٿو.)

پوڙهو:- (پنهنجين اکين جي مٿان هٿ جهلي، دڪان ۾ چتائي نهاريندي) ابا هتي ڪو ٻوڙ ماني ملندو؟

ڪنول:- پريا مڙس، ترن تہ ڪو اکئين سچو ٿو ڏسجين. اسين پلا هتي وينا ڇا جي لاءِ آهيون؟— هي هيترا سارا مانين جا جبل ۽ ٻوڙ جا تلاءُ توکي ڏسجن ئي ڪونہ ٿا؟— (بيزاريءَ جي نموني) وڃ بابا وڃ— (پيو وڃڻ لڳي ٿو. موهن ڪجهہ سوچي در ڏانهن ٿو وڌي.)

موهن :- (آهستڙي) جي هونئن نہ، تہ هيئن ئي ڪجهہ ڪمايون. (ڏاڍيان) پريا مڙس — او پريا مڙس! (هيٺ لهي پوڙهي جي لٺ کان جهلي کيس دڪان ۾ هڪ ڪرسيءَ تي ٿو وهاري

۽ ٻي ڪرسي سندس اڳيان ڪري ٿو رکي)
ڇئو— پريا مڙس، ڇا ڪائيندين؟

پوڙهو:- ابا، ٻوڙ ۽ ماني.

موهن :- ڪنول، هڪڙا اٺ آنہ تہ ڏي (ڪنول سندس منهن ڏانهن عجب مان نهاري ٿو ) — تون ڏي تہ سهي.

ڪنول:- (موهن ڪي آڏي ڏيندي) عجيب گڏہ آهين— ڪودو!

(موهن هيٺ لهي وڃي ٿو ۽ ٿوريءَ دير کانپوءِ هڪ پليٽ ۾ ٻوڙ ۽ ٻيءَ ۾ ماني آڻي پوڙهي جي اڳيان ٻيءَ ڪرسيءَ تي ٿو رکي. پوڙهو ماني کائڻ شروع ٿو ڪري— موهن پاڻيءَ جو گلاس ڀري ٿو اچي. پوڙهو ماني کائي بس ٿو ڪري ۽ پاڻي ٿو پئي.)

موهن :- پريا مڙس— ڪيئن ماني وڻيئہ؟

پوڙهو:- هائو ابا— ڏوڪڙ گهڻا ڏيانءَ؟

موهن :- فقط هڪ روپيو ۽ اٺ آنہ— ( ڪنول مرڪي ٿو.)

پوڙهو:- (اچرج مان) ڏيڍ روپيو!— هڪڙي ويلي جو!!

موهن :- بابا سائين اڄڪلهہ تنگيءَ جو زمانو آهي. سڀڪا شي مهانگي آهي. توهان سان تہ خاص

رعايت ڪئي اٿئون. ڪو ٻيو هجي ها تہ پورا ٻہ رپيا وٺئينس ها — پر ٺهيو چار آنا پيا ٻہ لاهي ڏي. ائين ڪٿي سمجهنداسين تہ توکي مهمان سمجهي مفت ۾ مانيءَ کارائي اٿئون!

پوڙهو:- تنهنجي مرضي، ابا.

(ائين چئي پوڙهو پنهنجي ڪڙتي جي پاسي واري کيسي ۾ هٿ، تہ وجهي جيڪو هيٺان ٻاهر نڪري تہ اچيس ۽ سندس وات ڦاٽي تہ پوي. موهن ۽ ڪنول هڪ ٻئي جي منهن ڏانهن ٿا نهارين.)

پوڙهو:- الله — منهنجا ڏوڪڙ! — مان تہ ڦرجي ويس!!

موهن:- ڇو پريا مڙس، ڇا ٿيو؟

پوڙهو:- اڙي منهنجي تہ ڪو ڳنڍ ڪپي ويو! هتي ٻيو ڪير هو آهان ڪانسواءِ!

(موهن ۽ ڪنول ٻنهي جا منهن لهي ٿا وڃن.)

موهن:- اڙي ٻيلي ٻاهر ڪنهن ڳنڍ ڪپي هوندءِ — هيٺ گهٽان ڏوڪڙ؟

پوڙهو:- منهنجا ٻہ روپيہ هيا — لوٽ ۽ ست آنڪون!

ڪنول:- وڃ — بابا وڃ. مانيءَ جا پيسا ٻہ توکي ڦٻيا. جند ڇڏ.

پوڙهو:- (رئٺهارڪو ٿي) اڙي، پر مان ڳوٺ ڪٿين ويندس؟— هتي منهنجو اوهي نہ ڪو واهي.
(پوڙهو گوڙ ٿو ڪري. موهن ۽ ڪنول ٻئي ٻڇي ٿا وڃن.)

موهن:- پريا مڙس— ڳوٺ ڪهڙو اٿئي؟

پوڙهو:- الهندو ساند.

ڪنول:- بس وارا گهٽون وننڊا آهن ٽڪيٽ جو؟

پوڙهو:- پنج آنڪون.

(ڪنول ڪئش باڪس اونڌي ٿو ڪري جنهن مان هڪ آڏي هيٺ ٿي ڪري جا ڪنول ڪٺي ٿو.)

ڪنول:- اڇي بابا. هيءَ آڏي وٺ. پنج آنہ ٽڪيٽ جا ۽ ٽن آنن جي ٻارن لاءِ مٺائي وٺي وڃجانءِ— چندوءَ جو حلوو!

(پوڙهو آڏي وٺي ٿو. موهن سندس لٺ ڪان جهلي ڪيس دڪان ڪان ٻاهر ٿو لاهي.)

موهن:- ٻوت تہ ڪير وٺي ئي ڪونہ ٿو. خيال ڪيم تہ هن نموني ئي ڪٿي ڪجهہ ڪيدون!— مگر اسانجي قسمت ئي قتل آهي!

ڪنول:- (پنهنجي مٿي تي هٿ هٽي) قسمت!

( پردو ڪري ٿو )

# منظر ٽيون

(پردو کڄي ٿو)

ساڳيو بوٽن جو دڪان. ڪنول گاديلي تي ويٺو آهي ۽ موهن سندس سامهون ڪرسيءَ تي.

ڪنول:- موهن، منهنجي مرضي آهي ته اڄ کان پوءِ ڪنهن به مرد کي بوٽ نه ڏيکاريون. اهي رڳو اسان کي تڪليف ۾ ٿا وجهن.

موهن :- ته پوءِ ڪنهن کي ڏيکاريون؟

ڪنول:- رڳو عورتن کي.

(هڪ گراهڪ دڪان ۾ داخل ٿئي ٿو.)

گراهڪ:- ڪو منهنجي پير جو بوٽ ته ڏيکارجو.

ڪنول:- افسوس ديوان، اوهين دير ڪري آيا آهيو. اوهان جي اچڻ کان (پنهنجي هٿ جي واچ تي نظر وجهي) صرف ساڍا ست منٽ اڳ هڪ گراهڪ سڀني بوٽن جو آرڊر ڏيئي ويو آهي!

(گراهڪ منٽ اڌ وائــــڙن وانگر هيڏانهن هوڏانهن نهاري ٿـو ۽ پوءِ دڪان تان لهي هليو ٿو وڃي.)

ڪنول:- ڪڏيس ڀڳوان. عورتون خريداري گهٽ با نہ بہ ڪري ڪـن مگر تنڌهين بہ گهٽ ۾ گهٽ انهن جي اڳيان وهڻ ۾ بيزار تہ نـہ ٿيندا سين.

(پيو گراهڪ دڪان ۾ داخل ٿئي ٿو.)

ڪنول:- ڀاهر مهربان، ڀاهر. هي بوٽن جو دڪان نـہ آهي.

گراهڪ:- (عجب مان) تڏهين ڇاهي؟

موهن :- حجامتخانـو!ـــ ڀـاهر مهربان ڀاهر (گراهڪ وڃي ٿو) ڀڳوان جي قدرت!ـــ اڄ گراهڪ سوٽائڻ لڳا آهيون تہ اچن بہ گهٽان ٿا!

ڪنول:- سڀ واندا مل آهـن. اسان جو وقت وڃائين ها مگر خريداري هڪ بہ نہ ڪري ها.

(هڪ پوليس جو سب انسپيڪٽر ڊريس سان اندر داخل ٿئي ٿو.)

ڪنول:- مهربان ....................

سب انسپيڪٽر:- ڪو عمدو بوٽ ڏيکار انين نمبر جو.
(موهن حاضر ڇئي ڏاڪڻ تي مٿي
چڙهي ٿو ۽ ڇهه ست ڪوڪا بوٽن جا
ڪلهن تي رکي هيٺ لهي ٿو. پوءِ
هڪ هڪ ڪري سب انسپيڪٽر کي
ڏيکاري ٿو. سڀ بوٽ ٻارائي پير جا
آهن.)

سب انسپيڪٽر:- مگر مون توکي پنهنجي پير جو بوٽ
چيو هو — انين نمبر جو!

موهن:- معاف ڪجو وڏي سرڪار، اوهان جي
پير جو ڪوبه ڪونهي — پر ترسو
(پوءِ ڪٻٽ جي هيٺان هڪ سوچڪو
گهيتلو ڪڍي پيش ڪندي) جيتوڻيڪ
اهڙو شو ڪونهيس مگر شي مضبوط
آهي! — نوشهرو فيروز ڊويزن جي ڊپٽي
ڪليڪٽر صاحب خاص پنهنجي پير لاءِ
اسپيشل آرڊر ڏيئي ٺهرايو آهي — مگر
فڪر ناهي ڪيس پيو جوڙو ٺهرائي ڏبو.

سب انسپيڪٽر:- (ڪلي) بيوقوف! (۽ پوءِ سيٽي وڄائيندو
۽ پنهنجي ڏنڊي گهمائيندو هليو ٿو
وڃي.)

کنول:- (هڪ وڏو ٺهڪ ڏيئي) خوب بيوقوف بنائيسي!

موهن :- ٿئنڪ يو!— هاڻي ته سمجهي وئين نه، ته مان واقعي ڏاڍو چالاڪ ۽ ٻڙو هشيار آهيان!

کنول:- هون!— مان ته توکي اڃان به بيوقوف ڳڌو ٿو سمجهان.

موهن :- پر ڪنول، اسين جو هيٺن سڀ گراهڪ موٽائيندا ٿا وڃون، ڇو انهيءَ آسري تي ته عورتون مال خريد ڪنديون، سو تون سمجهين ٿو ته عورتون دڪان تي خريداريءَ لاءِ اينديون؟ ڏيڍ مهينو ڪن ٿيو آهي دڪان کوليئي کي، انهيءَ وچ ۾ سڄهيئي تي ڪا هڪ به عورت آئي هجي؟

کنول:- افسوس— شاهي بازار جي بدران جيڪر دڪان تلڪ چاڙهيءَ تي يا هيرآباد ۾ ڪٿي کوليون ها!

موهن :- پر جي عورتون دڪان تي آيون به ته هو ضرور زنانا چمپل، سئنڊل وغيره خريد ڪنديون، پر هيءُ جو هيترو سارو مردانن بوٽن جو اسٽاڪ رکيو اٿون، اهو ڪيڏانهن ويندو؟

کنول:- (ڇپٽي وڄائي) موهن، مونکي هڪ ڳالهه خيال ۾ آئي آهي! تون هينئر ئي وڃ ۽ وڃي

”فلم نيوز“ ۾ هن قسم جو اشتهار وجهرائي
اچي. ”اچو، ڊوڙنديون اچو!— موٽر تي اچو،
سائيڪل تي اچو، ٽانگي تي اچو، ڏکي گاڏيءَ
۾ اچو— جي ڪابه سواري نه مليوَ، ته
پنڌ ئي هليون اچو!— ڪٿي؟— اسان جي
ماڊرن بوٽ هائوس، سريگهاٽ جي ويجهو،
شاهي بازار تي ! — عورتن لاءِ خاص رعايت!
رپئي تي اٺ پيسا چوٽ!!— ۽ جيڪڏهين
ڪا عورت مڙس کي ڪري مرداڻو بوٽ يا
سليفر خريد ڪندي پنهنجي مڙس، پاوَ يا
پيءُ پٽ لاءِ يا پنهنجي نوڪر پيي لاءِ —
ته — ته ان عورت کي بينڻ ۽ ٽينڻ رعايت
ڏني ويندي!!!— مگر ياد رکجو! اها رعايت
اڄ ڪان فقط اٺتيهه ڏينهن هوندي — ڇو؟—
ڇاڪاڻ ته اٺتيهه ڏينهن چور جا هوندا آهن
۽ — ٽيهون ڏينهن فقط ساڌ جو!!!!“

( موهن تاڙي تو وڄائي. ايتري ۾ به اپ ٽو ڊيٽ
جوان ڇوڪريون دڪان ۾ داخل ٿين ٿيون.
ڪنول ۽ موهن ٻئي اٿي ٿا بيهن. )

ڪنول ۽ موهن } (ٻئي يڪ آواز) اچو— فرمايو— وهو!

( چوڪريون جن جا نالا ڪملا ۽ موهني
آهن ڪرسين تي وهن ٿيون. ڪنول سندن
پيرن وٽ ويهي ٿو رهي ۽ موهن بيٺو ٿو
رهي. )

ڪنول:- (موهنيءَ جي اکين ۾ اکيون وجهي) حڪم
ڪريو اوهين ڇا کائيندا، ڇا پيئندا؟

موهني :- ( مرڪي، ڪملا ڪي چٽي تي ) ڪملا آٿ
نه هلون.

ڪنول:- (بيچين ٿي) ڇو ڇو، ڇا ٿيو؟

موهني :- معاف ڪجو، اسان کي سئنڊل کپن. اسانکي
خبر ڪانه هئي ته هيءَ ڪا هوٽل آهي!

ڪنول:- (کلي) او، هاڻي سمجهيم. اڏيري لعل جي
نهيل اوچيءَ ڪڙيءَ وارا به تي ڇهين نمبر
جا سئنڊل لاهي وٽ (پوء بنهي چوڪرين
ڏانهن مخاطب ٿي) اوهان بنهي کي کپن؟

ڪملا :- نه، فقط موهنيءَ کي.

(موهن پنج ست ڪوڪا لاهي ڪنول جي
اڳيان ٿو رکي. ڪنول هڪ هڪ ڪري
موهنيءَ کي ڏيکاريندو ٿو وڃي، مگر سندس
اکيون گهڻي ڀاڱي موهنيءَ جي چهري تي
کتل رهن ٿيون. )

کنول:- هي ڏسو، برائون ڪرم جو — سو ڪڙي شي اٿو!

ڪملا:- (ڪلي) پر هي ته اڇو بف جو آهي!

ڪنول:- (شرمندو ٿي) ساري — معاف ڪجو، بف جو آهي پر عمدي چيز آهي. ڪيئن پسند آيو؟ (موهني ڪنڌ سان انڪار ٿي ڪري) ته چڱو هي ڏسو، نانگ جي کل جو — هن جي پائڻ سان وڇونءَ جو ڏنگ بي اثر ٿيو پوي. بس هڪڙو ئي جوڙو بچيو آهي. هتا به مگر هڪ جوڙو ڪالهه ماستر نثار مس ڪجن لاءِ وٺي ويو.

(موهني ۽ ڪملا کلن ٿيون.)

موهني:- مونکي چمڙي جو سئنڊل کپي.

ڪنول:- ته چڱو هيءُ وٺو — گيري جي کل جو — تمام نرم شي اٿو!

موهني:- (سئنڊل کي اٿلائي پٿلائي ڏسي) ها بس اهو ٺيڪ آهي. پر انهيءَ مان برائون ڪلر جو ڏيو. ڪارو مونکي ڪونه وٽي.

ڪنول:- هان! — ڪارو اوهانکي ڪونه وٽي؟ — افسوس. انهن برف جهڙن اڇن پيرن ۾ ته فقط ڪارو سئنڊل ئي سوهندو! — شايد يڳت ڪبير سان ڪڏهين ملڻ جو اتفاق نه ٿيو اٿو! —

(موهنيءَ جي اکين ۾ اکيون وجهي) اوهان
ڪڏهين ڪاري ڪڪر جي پٺيان چنڊ کي
الهداد چنڊ جي گهوٽ ۾ جهاتيون پائيندي
ڏٺو آهي؟!!

(موهني لجي ٿي ڪنڌ هيٺ ٿي ڪري ۽
ڪملا هڪ ٿهڪ ڏيئي اٿي پاسي واري شو
ڪيس وٽ وڃي ٿي بيهي.)

ڪملا :- موهني، هيڏي هيءَ سئنڊل ته ڏس!

موهن:- (وٽس ڊوڙي وڃي) ڪهڙو ڪهڙو— هيءَ؟—
آها، واه واه، خوب خوب — ڇٺ ته ڪوٽڙي
ڪبير جي ڪاريگرن واندڪائيءَ ۾ ويهي
خاص اوهانجي پيرن لاءِ ٺاهيو آهي! —
اوهانجا سونهري وار— سونهري چمڙي!!—
۽ هيءَ سونهري سئنڊل!!!

(پنهنجي هڪڙي اک بند ڪري)— بس—
بلڪل مئچنگ ڪلر آهي!

ڪملا:- (چيلهه تي هٿ رکي، ڪاوڙ مان) مگر اوهان
ڪان ڪنهن پڇيو؟

موهن :- (ڪجهه هيٺتي نيوڙي ۽ هٿ ٻڌي) اوهان ٺي
مونکي سڏيو هو.

ڪملا:- (سا ڳيئي انداز سان) مون موهنيءَ کي سڏيو هو.

موهن :- موهنيءَ کي؟— ۽ مان — مان موهن مل!
(پٺي هڻ مهٽي، آهستڙي) اي ڪاش! مان
به جيڪر مسمات موهني هجان ها!!

(ڪملا هڪ ٺهڪ ٺي ڏئي. موهن هيٺ ٿو
نهاري ۽ ڪيس ڪملا جي پيرن وٽ هڪ
پنجن روپين وارو نوٽ پيل ٿو ڏسجي. موهن
اهو کڻي ڪملا کي ٿو ڏئي.)

موهن :- (ڪملا کي) شايد اوهانجو ڪري پيو آهي.

ڪملا:- (نوٽ وٺندي) ٿئنڪ يو! (ٺهڪ ٺي ڏئي ۽
وري اچي ڪرسيءَ تي ٺي وهي.)

(ڪنول سمورو وقت موهنيءَ کي سئنڊل
ڏيکاريندو ٿو رهي.)

ڪنول:- موهن، هو ڳاڙهياسين جو ڳاڙهو سئنڊل لاهي
وٺ.

موهني:- (مرڪي ڪنول ڏانهن نهاريندي)— نه پيو—
هاڻي مان اهو ڪارو سئينڊل ئي وٺنديس!

ڪنول:- (خوش ٿي) مون ته اوهانکي اڳيئي چيو هو!

ڪملا:- (مرڪي) پر موهني، تون ته ڪڏهين ڪارو
سئنڊل پائيندي ئي ڪين آهين!

موهني:- ها، پر هاڻي مان اهو ئي وٺنديس ۽ پائيينديس.

کملا:- (کلي) تہ توکي کاري ڪڪر جي پئيئون جهاتيون پائينلڙ چنڊ نظر اچي ويو آهي!

موهني:- (کملا جي پير تي پنهنجو پير هڻي) هن جي قيمت؟

ڪنول:- (سئنبل کي کوکي ۾ وجهندي) پاڻ وٽ هڪ ڳالهہ آهي. ڪئين موهن؟

موهن :- بالڪل — جيڪو بہ ڳالهيون ڪري سو ٻن جو پيءُ!

ڪنول:- هن جي قيمت ٻين کان ڏہ روپيہ مگر اوهان جي سر کان فقط نوَ روپيہ سورنهن آنہ!

موهني:- (کلي) ڪجهہ وڌيڪ گهٽ نہ؟

ڪنول:- اها رعايت ڪافي آهي — اسٽرانگ ڪافي آهي!

سوهني:- توهانجي مرضي (ڏهين جو نوٽ پنهنجي پرس مان ڪڍي ڪنول کي ڏيندي) چڱو ونو— چارج تمام گهٽون ڪيو اٿوَ.

(ڪنول جي اکين ۾ اکيون وجهي) اگهتي ڪري اوهانجي دڪان تي نہ اچبو.

(ڪنول اهو ٻڌي بيچين تي ٿو وڃي ۽ موهن جي نظر کان بچي موهنيءَ کان ورتل ڏهين جو نوٽ واپس موهنيءَ جي هٿ تي ٿو رکي.)

كنول:- (آهستڙي) وٺو واپس — هاڻي تہ دڪان تي ايندؤ؟

موهني ۽ ڪملا } (يڪ آواز) ضرور — ضرور (۽ پوءِ هيٺ لهڻ لاءِ آهستي آهستي اڳتي در ڏي تيون وڌن.)

كنول:- (ڏاڍيان) پر پنهنجو نشان پتو تہ ڏيئي وڃو — پنهنجي پنهنجي پتا جو نالو — ۽ ڪهڙيءَ گهٽيءَ ۾ آهي گهر اوهانجو! (ڪملا ۽ موهني کلنديون هيٺ لهڻ لاءِ اڳتي وڌنديون تيون رهن) نٿيون ڏسيو — تہ چڱو پلا ڪجهہ منهنجو ئي مفت ۾ حال احوال وٺنديون وڃو — (ڪملا ۽ موهني دڪان تان هيٺ لهي هليون تيون وڃن ۽ ڪنول چوندو تو رهي) — مان ڪنوارو ڪنول يا پين واٽڪن اڪرن ۾ سيٺ ڪيولرام پوچ موهنداس — هيءَ موهن نہ پر پيو — هن جو ۽ بابي جو نالو ساڳيو آهي مگر مهانڊي ۾ فرق اٿن — اسين نيڪرائي جا ٺاڪر آهيون ۽ درگا داس جا دنگٽي زميندار! — جيتوڻيڪ ويشنو آهيون تہ بہ مڇي ماني وارا آهيون — هيءَ دڪانداري تہ اسانجي سائيڊ بزنس آهي (پوءِ دڪان جي در وٽ اچي ٻاهر نهاريندي وڏيڪ ڏاڍيان) — گذريل سال — ٻڌو، مان بي . اي جي

امتحان ۾ ذري گهٽ پاس ٿيو هوس پر چڱو
جو ائين نہ ٿيو — نہ تہ جيڪر اڄ مان
جي . ٽي . سي جي بس ۾ ڪنڊڪٽر هجان
ها!!

(موهن هڪ وڏو ٿهڪ ڏيئي ڪيس ڪلهن
کان جهلي هيٺ گاديلي تي وهاري ٿو.
ڪنول وهڻ ڪانپوء ڪئش باڪس ڏانهن ڏسي
موهن کي چوي ٿو.)

ڪنول:- موهن، مون هتي پنجين جو نوٽ رکيو هو،
ڪئش باڪس تي؟

موهن :- (عجب مان) تو رکيو هو— چئونٽو ٿيل؟

ڪنول:- ها— چو؟

موهن :- (شوڪارو پري) خانو خراب!— اهو تہ هن
شو ڪيس وٽ پيو هو ۽ مون اهو ڪملا
جو سمجهي ڪيس ڏيئي ڇڏيو!!

ڪنول:- (دک وچان) بيڙي ٻڏيئي!

موهن :- (آهستي) قسمت!

ڪنول:- (پنهنجي متي تي ٻئي هٿ هڻي) قسمت!!

( پردو ڪري ٿو )

# منظر چوٿون

(پردو کڄي ٿو)

سين: ڪپهه ٻوٽن جو دڪان. ڪنول ۽ موهن هڪ ٻئي
جي اٿهون سامهون ڪرسين تي ويٺا آهن.

موهن:- ڪنول، آخر ڪم ڪيئن هلندو اسانجو؟—
ڳراهڪن جي خوشامد چاپلوسي، آزي، نيازي،
سڀ ڪجهه ڪري ڏٺو سين مگر هڙ حاصل
نه ڪي به ڪين ٿيو.

ڪنول:- گهٻرائجي نه ڪر. باقي هڪڙو طريقو آهي. اميد
ته انهي ۾ ضرور ڪامياب ٿينداسين.
(ٻه ڳراهڪ دڪان ۾ داخل ٿين ٿا.)

موهن:- (ڳراهڪن کي هٿ ٻڌي) مهرباني ڪري
هن پاسي واري دڪان ۾ وڃو. اسانکي پاڻ
۾ ڪا ضروري صلاح مصلحت ڪرڻي آهي
(ڳراهڪ دڪان تان لهي ٿا وڃن.)

ڪنول:- موهن، پڪ ڄاڻ ته جي مڙسي ڪئي سين ته
ضرور ڪامياب ٿينداسين. فيل وڃڻ جو ڪو
سبب ئي نه آهي!

سوهن :- پر اهو طريقو آهي ڪهڙو؟— مون کي ته ته ڪا خبر پوي. (ڪنول موهن جي ڪن ۾ ڪجهه چوي ٿو) هئين شاباس! — اهـ ڳالهه اڳي نه ٿي ڪيئه.

ڪنول:- هاڻي به ويل ناهي ويئي. جيئن دير تيئن خير! ڪروڙپتي ۽ پيـن سياڻن جـو اهو چوڻ غلط نه آهي. مونکي هاڻي حساب ڪري ٻڌاء ته هيل توٽي نقصان گهٽون سئو اٺئون.

سوهن :- (اٽي ڪئش باڪس مان چوبيڙي ڪڍي ان ۾ ڏسندي) پنجونجاه روپيه اٺ آنه ۽ پنج روپيه ڪملا وارا — ڪل سٺ روپيه اٺ آنه!

ڪنول:- ڏه روپيه پيا به جوڙينس.

سوهن :- اهي ڪهڙا؟

ڪنول:- تون لڳاء ته سهين — هاڻي گهٽا ٿيا؟

سوهن :- هاڻي ٿيا ستر روپيه ۽ اٺ آنه.

ڪنول:- ٺيڪ آهي. ساڍا نوَ روپيه ڪري وياج جا جوڙينس. ٺيڪ اسي روپيه! (کيسي مان پائلي ڪڍي موهن کـي ڏيندي) هاڻي تون وڃـي لڳ ڪم سان.

(سوهن دڪان تـان هيٺ لهي وڃي ٿو ۽ ڪنول دڪان ۾ ڏنڊ ڪيڻ شروع ٿو ڪري. هڪ گراهڪ دڪان ۾ داخل ٿئي ٿو.)

گراهڪ:- سيٺ صاحب مونکي پنهنجي لاءِ هڪ بوٽ کپي.

ڪنول:- (ڏنڊ ڪيندي) مهربان رقم ڳهڻي اٿوَ ڳنڊ ۾؟

گراهڪ:- اٺ تيهارو روپيه. نائين نمبر جو بوٽ کپم.

ڪنول:- معاف ڪجو، اسان وٽ سڀ جوڙا اسي اسي روپئين وارا آهن. پيو ڪو سستو دڪان تاڙيو!

(گراهڪ موٽي وڃي ٿو ۽ موهن دڪان ۾ داخل ٿئي ٿو. ڪيس هڪ هٿ ۾ ڪاٺ جو ڏنڊو آهي ۽ ٻئي هٿ جي ترِيءَ ۾ ڪڙو تيل. ڪنول ڪانئس ڏنڊو وٺي پنهنجي هٿ ۾ جهلي ٿو ۽ موهن ڏنڊي کي پنهنجي هٿ سان اهو تيل ٿو لڳائي. پوءِ ڏنڊي کي ڪنول ڪيش باڪس جي پاسي ۾ پٽ سان ڪڙو ڪري ٿو بيهاري.)

موهن :- هاڻي؟

ڪنول:- هاڻي دعا ڪر ته ڪو اسي روپين وارو پنهنجي دڪان ۾ اچي!

(هڪ گراهڪ دڪان ۾ داخل ٿئي ٿو.)

ڪنول:- مسٽر، پيسا به اٿوَ کيسي ۾ يا ائين ئي آيا آهيو بوٽ خريد ڪرڻ!

گراهڪ:- (پنهنجي ڪيسي مان هڪ سئو روپين وارو نوٽ ڪڍي ڪنول کي ڏيکاريندي) ڪجهه ته ڏوڪڙ اٿم پاڻ سان!

(موهن ڏندڻ ڪڍڻ لاءِ وڌي ٿو مگر ڪنول کيس هٿ جي اشاري سان روڪي ٿو.)

ڪنول:- (گراهڪ کي) مهربان، پهرين انهيءَ نوٽ مان ويهه روپيا ڪٽي سجايا — يا — اجايا ڪپائي اچو پوءِ اسانجي دڪان تي اچو؟

گراهڪ:- (عجب مان) ڇو ڀائي، ائين ڇو؟

ڪنول:- بس اسان دڪان جي مالڪن جي مرضي!

(ڌڪا ڏيئي گراهڪ کي دڪان تان لاهي ٿو ڇڏي.)

موهن:- ڪنول، ائين تو ڇو ڪيو؟ — ڇا اهو گراهڪ ٺيڪ نه هو؟

ڪنول:- موهن، بدماشيءَ واري ڪم ۾ ڪڏهين به پشيماني نه ڪبي آهي. هر ڀيرو ويهه روپيه حرام جا ڇو کائجن. آخر ته ڌٽيءَ در مري منهن ڏيڻو اٿئون!

موهن:- ڀلا جي چاليهن روپين وارا به ڀڪي اچن ته پوءِ؟

ڪنول:- عقل! اها جبوءَ هتيا ٿيندي!

(هڪ ٻانيڻ ٻيڙو جنهن کي وقط ڌوتي ٻڌل آهي ۽ پيرن ۾ ڪاٺ جون چاڪڙيون اٿس، سو دڪان جي سامهون لنگهي ٿو.)

موهن :- ٻاٺو ٻلرامداس اڄ ڪٿين پيو ٿو شهر ۾ گهمي! هوندي ته ڏڪاٺي ڪان ٻاهر نڪرندو ئي ناهي!

ڪنول:- واهه جا ڳالهه ڪيئه!— اڄ چنڊ جي پهرين آهي، نڪتو هوندو پنهنجن دڪانن جي مسواڙ اڳاڙڻ!— پيلي واهه!! موهن، سٺ ٻاٺي هتي وٺي ته اچينس!!!

(موهن هيٺ لهي ٻاٺي کي دڪان تي وٺي ٿو اچي ۽ ڪرسيءَ تي وهاريس ٿو.)

ڪنول:- ٻاوا صاحب سک ته آهي. اڄ ڪيئن ڏينهن تتي جو شهر ۾ نڪري پيا آهيو؟

ٻاٺو :- مڙيئي سک — ڪرپا. مسواڙ تي دڪانن جي اڳاڙيم.

ڪنول:- گهڻي وصولي ڪئي اٿوَ.

ٻاٺو :- ٻن دڪانن جي مسواڙ جملي اسي روپيه ملي اٿم— باقي ٻن جي اڃان وصول ڪرڻي اٿم.

(اسي روپين جو انگ ٻڌي، ڪنول ۽ موهن هڪ ٻئي ڏانهن مرڪي نهارين ٿا— ڪنول موهن کي ڪجهه اشاري سان چوي ٿو. موهن

مات مات ڪري ڏنڊو ڪئش باڪس وٺان
ڪٽي پنهنجي پٺيان لڪائي هڪ طرف بيهي
تو رهي.)

ڪنول:- ٻاوا صاحب توهانجو هيئن شهر ۾ اڪيلو
نڪرڻ تہ نيڪ ناهي. هڪڙو مڪراني چتو
تي بيمو آهي. ڪالهہ بہ ڏنڊي سان بہ ٻاوا
ڪيرائي وڌا هئائين. ( دانهن ڪري ) اجهو
اچي ويو مڪراني. .

( ٻائو دروازي ڏانهن تو نهاري. موهن پير
ڪري ڏنڊو سندس ڪوپريءَ تي وهائي تو
ڪڍي. ٻائو دانهن ڪري پٽ تي ٿو ڪري
۽ ڪرسي ٽڪر ٽڪر تي تي وڃي. ٻائي جي
ڪوپريءَ مان رت ريلا ڪري ٿو وهي. ڪنول
هڪدم ڪئنچي ڪٽي ٻائي جي ڌوتيءَ جو
پلئو جنهن ۾ اسي روپيہ ٻڌل هئا، ڪپي
ڪئش باڪس ۾ رکي تو ڇڏي. ان بعد
مائهن جو ڳوڙ تي تو وڃي. هڪ پوليس
وارو بہ اچي ٿو پهچي.)

ڪنول:- (ڏاڍيان واڪا ڪري) اڙي ٻائي صاحب کي
مڪراني ڏنڊو هڻي ماري وڌو! پڪڙيوس ــــ
پڪڙيوس! (هٿ سان اشارو ڪري) سري گهاٽ
طرف ڀڳو ٿو وڃي!

(ڪي ماڻهو ٻاهر پچن تان ۽ ڪي ٻائي لي ڪٺي گاديلي تي ليٽائين ٿا. هڪ واڻئي جي رت لڳل ڏنڊي تي نظر تي پوي.)

وانبو :- (دانهن ڪري) اڙي هيءَ ڏنڊو تہ موهن ڪلاڪ منو ٿيو مون ڪان چٿين آني ۾ وٺي ويو هو!!

ٻو وانيو:- (دانهن ڪري) اڙي ـــ ٻائي صاحب جي ڏوتيءَ جو پلئو بہ ڪپيل آهي!

(ٽئين واڻئي جي ڪئش باڪس تي نظر تي پوي جنهن مان ٻاهر نڪتل ڪپڙي جو ٽڪر جنهن تي رت لڳل هو صاف نظر پئي تي آيو.)

ٽيون واڻيو:-(ڪئش باڪس کي کولي ان مان ڏوتيءَ جو ڪپيل ٽڪر جنهن ۾ نوٽ ٻدل هئا, ڪڍي ٻاهر ڪندي ۽ سيني کي ڏيکاريندي) اڙي ـــ هيءَ ڏسو! ايڏو ظلم!! ـــ چئن پيسن جي ڪري هنن ڇوڪرن ٻائي صاحب جو خون ڪري ڇڏيو!!!

(پوليس وارو موهن ۽ ڪنول کي ڪنڌ ۾ هٿ وجهي دڪان تان هيٺ لاهي ٿو.)

موهن ۽ ڪنول } (پنهنجا ٻئي هٿ مٿي تي هٿي يڪ آواز) قسمت!

( پردو ڪري ٿو )

# ڪنوارو ڪلارڪ

## انتساب



جناب محمد خان جوڻيجو صاحب، پرائيم منسٽر
پاڪستان جي نالي، جن جي ايمانداريءَ
۽ ننڍين وڏن ڪامورن جون
پگهارون وڌي رهيون آهن.



هيءُ ڊرامو، ڊرامہ نويس محمد حسين اعوانُ ڪروڙ پتي يا ان جي پٽ جي لکيت ۾ اجازت کانسواءِ نہ ڪٿي ۽ ڪڏهين اسٽيج ڪيو وڃي ۽ نہ ٽي ان کي ڪنهن بہ نموني ٽي . وي يا ريڊيو تي آندو وڃي ۽ نہ وري ڪنهن ٻئي نموني استعمال ڪيو وڃي سواءِ اهڙي لکيت ۾ اجازت جي. اخبارون، رسالا، ٽي . وي ريڊيو وغيره هن ڊرامي بابت پنهنجا رايا شايع / ظاهر ڪري سگهن ٿا.



# ڪنوارو ڪلارڪ

## (اسٽيج ڊرامو)

ويس ڌاري —

١- الهه رکيو (جڙيل جو پيءُ).
٢- جڙيل جي ماءُ.
٣- هڪ ڇهن ستن ڏينهن جي عمر جو ٻار.
٤- ٻه - ٽي ڏاڙي نوڪ ڪڍڙا.
٥- جڙيل - مختيارڪار شهدادپور جو ڪلارڪ.
٦- ڊاڪٽر محمود - جڙيل جو دوست.
٧- حاجي عبدالرحمان - رٽائرڊ پوليس سب انسپيڪٽر.
٨- حاجي عبدالرحمان جي زال.
٩- هڪ پوسٽ مين.
١٠- منمي - ڊاڪٽر محمود جي ڇهن ستن سالن جي نياڻي.
١١- دائود مختيارڪار جي آفيس جو پٽيوالو.
١٢- هڪ ٻيو ڊاڪٽر.
١٣- مسٽر جعفري.
١٤- مسز جعفري.
١٥- ٻڪرار - دودو لغاري.
١٦- چار - پنج ڪلارڪ (محمد حسين ٻگهيو - مجنو خان جماڻي - محمد امين جمالي - عبدالرزاق ميمڻ وغيره.
١٧- هڪ ٻڪري.

# منظر پهريون

(اسٽيج جي پٺيان دهلن ۽ شرناين جا
هلڪا آواز اچي رهيا آهن جي آخر تائين
ايندا رهن ٿا. وچ وچ ۾ ٽي چار دفعا
منٽ ٻن لاءِ بند به ٿين ٿا)

(پردو کڄي ٿو)

الهه رکيو کٽ تي ويهي حقو ڇڪي رهيو آهي.
سامهون صندليءَ تي سندس زال ويٺي آهي ۽ ٻار کي
پنهنجو کير پياري رهي آهي. ٻه ڪتڙا ٽاڙيون وڄائيندا
ڳائيندا اندر داخل ٿين ٿا. سندن ڳانو ختم ٿيڻ تي
الهه رکيو ٻنهي کي هڪ هڪ رپيو ڏيئي روانو
ڪري ٿو.

الهرکيو: (ٽهڪ ڏيئي) ڪيئن الهه جڙئي جي ماءُ،
تنهنجين منهنجين دعائن آخر هٿي وجي هنڌ
ڪيو نه ته ڪنهن ٿي چاتو ته هن پيريءَ ۾
اسانکي اولاد ٿيندي— سو به پٽڙو! سچ
آهي ”همت مردان ته مددي خدا“— (وري
ٽهڪ ٿو ڏئي.)

جونس:- (شرمنده ٿي) توکي ته سدائين چرچا ٿا سجهن، اسانجي دعائن جو ته اثر آهي پر مان پنهنجو جڙيل پيرن کان پني ورتو آهي. (ڀار کي چمي ٿي ڏئي.)

الهرکيو:- اون هون— (حقي مان ٻڙکو کيڏي) صفا کوڙي ڳالهه! پيرن جو ڇا وڃي هن ۾؟— هيءَ ته نج تنهنجين منهنجين دعائن جو نتيجو آهي— ها حڪيم پير معين‌الدين جي گورين جي اچان ڳالهه ڪر. انهن گورين جو بيشڪ جڙيل جي جوڙڻ ۾ چگو ئي حصو آهي. (ٽهڪ)

جونس:- اهڙيون ڳالهيون نه ڪندو ڪر متان ڏئي نه ڪري پير ڪاوڙجي پون. (دهلن ۽ شرنائين جا آواز بند ٿي ٿا وڃن) ڏنئه مگٿهارن کي وري ننڊ ڪچي ويئي. بس توکي ته رڳو اها لونگ واري آکهه سجهي!— منهنجو وس پڄي ها ته مان پنهنجي جڙيل جي ڇٺيءَ تي ولايتي باجا گهرايان ها.

الهرکيو:- (کلي) برابر— ڇاڪاڻ ته پٽ به ولايتي ڇٺيو اٿيئي! (حقي مان ٻڙکو ٿو کيڏي.)

جونس:- (ڪاوڙ مان) ڇو. ڇا ٿيو آهي پٽ کي؟— پر جي ڪٿي ڪجهه ڪارو آهي ته ڇا رڳو منهنجو پٽ آهي— تنهنجو ڪونهي؟

الهرکيو:- چري مات! منهنجو ڇڱا وچي تنهنجي پٽ ۾، تو ته پٽ پيرن کان پني ورتو آهي نه — هش! آهستڙي ڳالهاء متان پير ٻڌي نه وڃن ۽ پڻائين نه پيريءَ ۾ منهنجي ڏاڙهي!! (ٺهڪ)

جونس: وري اهيئي چرچا؟ چڱو وڄ ٻاهر وڃي ڏس ته ڪاڏو چڱيءَ طرح پيو ورهائجي يا ڪيئن؟

الهرکيو: ورهائڻ وارا پاڻيهي ورهائيندا ۽ کائڻ وارا پاڻيهي کائيندا. تون ڇو ٿي پئي ويچار ڪرين؟— ها، باقي جي مان هاڻي نتو وٺانءِ ته اها ڪٺي ڳالهه ڪر. سچ چيو اٿن ته اولاد ٿيڻ کانپوءِ مڙس تان عورت جو آر اکثر کڇيو وڃي (زال جي ڪاڏيءَ تي هٿ لڳائي) ڪئين نه ڪ تو چوان نه؟

جونس:- (مڙس جو هٿ پري ڪري) ڇڏ ته ڪو ڏسي نه وٺي — ۽ ٻي ڳالهه ٻڌ. متان تون خوش ٿيندو هجين ته جڙيل وڏو ٿي منهنجي پان پيڙين جي ماندٺي وسائيندو!

الهرکيو:- (حقي مان ٻڙڪو ڪڍي) تڏهين ڇا ڪندو— ڪماڻي ٿيندو؟

جونس:- ڪمائين ڪي ڪي سگ هوندا آهن ڇا؟— مان پنهنجي پٽ کي انگريزي پاڙهيندس — پوءِ هن کي وڏي نوڪري ملندي!

الهرڪيو:- ( ٺهڪ ڏيئي ) برابر، برابر، وڏي نوڪري ڪندو، بلڪل وڏي ! — نادان، روزگار اهو ڇڳو جيڪو ابي ڏاڏي ڪيو هجي.

جوئس:- (ڪاوڙ مان) خبردار جي وري اهو خيال به ڪيو اٿيئي، مان ته پنهنجي جڙيل ڪي ضرور انگريزي پڙهائيندس.

الهرڪيو:- ليي لوٽڪ به ڪانه ۽ سڌ مريڙي جي! — (حقي مان ٻڙڪو ڪڍي) انگريزي پاڙهڻ تي جو هيترو سارو خرچ ٿيندو اهو ڪٿان آڻيندا سين؟ — ڇا اهو به پيرن ڪان پني ايند ين ۽ ؟

جوئس:- بس، اڄ ڪان سادو ڪائيندا سين ۽ سادو هنڍائيندا سين. ڪجهه نه ڪجهه هر مهيني بچت پئي ٿيندي— ۽ منهنجا زيور وري ڪنهنجي ڪم ايندا !— اهي به ڪيس پاڙهڻ تي خرچ ڪبا— ائين ها— تون به هاڻي بوسڪي جا پٽڪا ٻڌڻ ڇڏي ڏي (مشڪي) ڪا ريئي سوا واري ٽوپي وٺي ڇڏ.

الهرڪيو:- (هٿ جوڙي) حاضر بابا— حڪم تمهارا. اڄ ئي ته دادي ڊنپتراء ڪان ٽين آني واري ٽوپي وٺي اچان! — پٽ ڇا ڇائو ڪائڻ ۽ پائڻ تي به ڪنٽرول ٿيو! (ٻڙڪو) پلا ڪنهن ٻي ڳالهه تي ته ڪنٽرول ڪونه ٿيو نه؟

جونس:- بي ڪهڙي ڳالهه تي؟

الهرڪيو:- (مرڪي) مثلاً — مثلاً — هاڻي چا ۽ ڪيتر توڪي ٻڌايان يا سمجهايان! — يعني — ها، حڪيم صاحب جـون گوريون ڪائڻ نه بند نه ڪريان نه؟— يـا انهن جي ڪائڻ تي به ڪنٽرول؟

جونس: (شرمنده ٿي) بس — توکي ته رڳو چرچا تا سجهن.

الهرڪيو: نهيو بابا — چرچن تي به ڪنٽرول. (ٻڙڪو) اسان بس ڪئي.

جونس: اج ته هتڙا ڪٺي جڙيل لاء ڏٺيء در دعا پنئون. (ٻئي هٿ آيـا تا ڪن) ڏٺي منهنجا اسانجي جڙيل کي وڏي حياتي ڏجانء-

الهرڪيو: ۽ جـڙيـل جـي پـيءُ کـي حلد مارجانء — چاڪاڻ ته هو هاڻي جهونو ٿـو آهي ۽ چلهه تي ٿو ڪانگهارا اچلي —

جونس: ڏٺي منهنجا جڙيل ڏي ڪرسي نصب ڪجانء— هنکي ڪا وڏي نوڪري ڏجانء —

الهرڪيو: وڏي — بلڪل وڏي. ڪيس ڊپٽي ڪليڪٽر بنائجانء ۽ جي نواب شاه ضلع جو ڪليڪٽر ڪٺي ڪرينس ته ڪيا بات!

جونس:- (ڪاوڙ وچان) وري ساڳيا چرچا؟

(الهرڪيو وڏو ٺهڪ ٿو ڏئي ۽ جونس اٿي، جڙيل ڪي ڪمڻ تي وڇايل بستري تي ليٽائي ٻئي ڪمري ۾ هلي ٿي وڃي. سندس وڃڻ ڪانپوءِ الهرڪيو پنهنجا هٿ آيا ڪري دعا ٿو گهري.)

الهرڪيو: پروردگار، جڙيل جي ماءُ شايد سمجهي ٿي ته مان جڙيل کي ٻاڻ وانگر پيڙين جي ماندڻي ڪيڏي ڏيندس — پر اها نه مونکي خبر آهي ته مان ڪيس ڪيڏي نه وڏي ڪرسيءَ تي ڏسڻ چاهيان ٿو! — مان ڪيس پاڙهيندس — انگريزي پاڙهيندس — گهر ڀاري ڏيئاري ڪندس پر ڪيس ضرور پاڙهيندس — ۽ پوءِ منهنجا رب، تون جڙيل کي ڪا وڏي ۽ عزت واري نوڪري ڏجانءِ — خانصاحب محمد عيسيٰ عباسيءَ وانگر! — رب منهنجا جي مون پيڙي فروش جي پٽ کي ڪليڪٽر نا ڏيڻي ڪليڪٽر نه ڪرڻ چاهين — ته — ته مختارڪار ضرور ڪجانئس — ۽ جي مختيارڪار به نه ڪرينس ته منهنجا رب، محمد حسين اعوان وانگر مختيارڪار جو ڪلارڪ ته ضرور ڪجانئس. آمين!

(پردو ڪري ٿو)

# منظر پنجون

پردي جي پنيان آواز اچي ٿو، "جڙيل جي ماءُ پيءُ جڙيل کي انگريزي پاڙهيو. ڪيس مئٽرڪ پاس ڪرايائون، هو پنهنجي قول تي قائم رهيا. هميشه سادو کاڌائون، سادو هنڊايائون — جڙيل جي ماءُ جا زيور به جڙيل جي تعليم جي نذر ٿي ويا — جڙيل ڪلارڪ بڻيو — مختيارڪار جو ڪلارڪ - سندس ماءُ پيءُ خوش ٿيا ته خدا جڙيل کي ڪرسي نصيب ڪئي — هاڻي سندن سڀ اميدون پوريون ٿينديون — مگر — اي بسا آرزو ڪه خاڪ شده! — نوڪريءَ تي چڙهڻ ڪانپوءِ بجاءِ پنهنجي ماءُ پيءُ کي ڪجهه ڏيڻ جي هر مهيني ڪجهه ڏوڪڙ گهران گهرائڻ لڳو — مجبوريءَ جي سبب — سندس ماءُ پيءُ جون سڀ اميدون خاڪ ۾ ملي ويون! — سندن خوشي جا ڪين جڙيل کي ڪرسي ملڻ جي ڪري ٿي هئي سا رنج ۽ غم ۾ تبديل ٿي ويئي — ۽ هو بئي — انهيءَ ڏک جي ڪري - راهي ملڪ عدم ٿي ويا! انا الله و انا اليہ راجعون! - جڙيل جنهنجي چٽيءَ تي راڄن پٽ ڪاڏو هو — جڙيل جنهن جي چٽيءَ تي دهل ۽ شرنائيون وڳيون همون — جڙيل — سو جڙيل اڄ ..........

( پردو کڄي ٿو )

هڪ ڪمرو جنهن ۾ هڪ طرف چنل کٽ پيئي آهي ۽ مٿس هڪ پراڻي ڦاٽل فراسيءَ ۾ بسترو ويڙهيل رکيل آهي. ٻئي طرف سامهون هڪ ٻنان رنگ روغن جي ٽپائي رکيل آهي جنهن جي ٻن پاسن کان ٻه پراڻيون لوهي ڪرسيون پيل آهن. هڪ ڪرسيءَ تي شهدادپور مختيارڪار جي آفيس جو ڪلارڪ جڙيل ويهي ٽپائي کان ڏڪڙ جو ڪم ونندي، هلڪي ٻـي سري آواز ۾ گانو ڳائي رهيو آهي:-

ڪٿي آهين تون منهنجن خوابن جي راڻي،
اچي ڪر خشڪ منهنجن نيڻن جـو پاڻي.

( گانو ختم ٿئي تو ۽ جڙيل جو دوست ڊاڪٽر محمود اندر داخل ٿي ٻيءَ ڪرسيءَ تي وهي ٿو.)

جڙيل: (آه ڀري) مٿو اٽڪل تي ٧٧ سيڪڙو اچو تي ويو آهي مگر اڃان تائين ڪنوارو آهيان!

محمود: (مشڪي) مگر ڪنهن سياڻيءَ ڪي نياڳ ڪندو جيڪا تو جهڙي مين مفلس جي بيگم ٿي ايندي؟

جڙيل: مفلس!— مان مفلس؟— منهنجي هيءَ ڪتل ٽوپي، ڦاٽل بوٽ، چتين لڳل سوار ۽ — ۽ نيلاميءَ جو ڪوٽ.......

محمود: تنهنجو زرد چهرو، خشڪ ۽ ٨٠ سيڪڙو اڇون مڇون، کهرا هٿ، منجهيل وار ۽—

نه ــ تون مفلس ــ ڇو ڪ ڪيم جو توکي مفلس چيم!

جڙيل:- (شرمنده ٿي) معاف ڪجانء دوست، جيڪڏهين مان مفلس آهيان ته، منهنجي دل ته مفلس نه آهي!

محمود:- ها، دل، دل بيشڪ تنهنجي مفلس نه آهي ۽ هونئن به تون پاڻ مڙس امير آهين بلڪ امير علي آهين ــ مگر دوست، عورت کي اهڙي قسم جي اسيري ۽ دل جي شاهوڪاري ڪانه ٿي کپي ــ ان سان گڏ به ٽڪا کيسي جي ڳڙ ڪڙ به ضروري آهي.

جڙيل:- اها ڪڙ ڪڙ پنهنجي وس کان ٻاهر آهي (ٻانهن تي ٻڌل واچ تان هڪ نرالي شان سان وقت ڏسي) ساڍا چار لڳي پوڻان پنجويهه منٽ ۽ ٽي سيڪنڊ!

محمود:- (ڪلي) اوهو! ته اوهان واچ ڌارڻ به شروع ڪئي آهي!

جڙيل: (فخر سان) جي، صاحب.

محمود: ڏنو هوندوَ ڪنهن کي ٻرو؟

جڙيل: (ڪلي) نه ــ ٢٣ ٥ م هٿ ڪيل شڪ چوريءَ جي ملڪيت آهي، خيال ڪيم ته ڪڏهين آفيس جي اسٽور روم ۾ رکي

چڙهندس ته مٿان ڪوئا ڪيس ونن گهليندا
۽ پنهنجي پر ۾ نه چڪي رکنس ٽنهنڪري
بهتر ٿيندم ته پنهنجي پاڻهن تي پڌي ڇڏيانس!

محمود: ته گويا جيڪو هن واچ تي دعويداري پيش ڪندو تنهن تي هڪ لاجواب ٺورو ڪري رهيا آهيو؟

جڙيل: سو ته صاف ظاهر آهي روز روشن وانگر.

محمود: خوب!

(نيپالي اندر اچي هڪ لفافو جڙيل کي هٿ ۾ ڏئي ٿو. جڙيل لفافو کولڻ جي ٿو ڪري.)

نيپالي: اڙي هو ون — پهريون ئي آنا، ڏسو ته لفافو سرنگ آهي. (جڙيل لفافو نيپائيءَ تي رکي محمود ڏانهن تو نهاري. محمود ڪيسي مان ٿي آنا ڪڍي نيپاليءَ کي ٿو ڏئي ۽ لفافو کڻي جڙيل ڏانهن ٿو وڌائي.)

جڙيل: جيئن ته ٿي آنا ڇٽي اوهان پري آهي تنهن ڪري لفافو کولهو به اوهين.

محمود: مگر هي اوهانجو خانگي خط آهي.

جڙيل: پرواه ناهي — اوهين به ته منهنجا خانگي دوست آهيو. (محمود سٽ اڏ جڙيل ڏانهن نهاري، لفافو کولي خط پڙهي ٿو.) ”پيارا

جڙيل" (محمود عجب مان جڙيل ڏانهن نهاري ٿو.)

جڙيل:- (مشڪي) اوهين پڙهندا رهو.

(محمود خط پڙهي ٿو ۽ وچ ۾ ڪٿي ڪٿي جڙيل ڏانهن نهاريندو به ٿو رهي. جڙيل مشڪندو ٿو رهي.)

پيارا جڙيل.

هيءُ منهنجو پهريون خط ناهي پر پنجون ۽ هيءُ تنهنجو پهريون دفعو ناهي پر پنجون پيرو آهي جو تون مونکي منهنجن پيار ڀريل خطن جو جواب نه ڏيئي رهيو آهين. مان ته توتي ان ڏينهن کان ئي فدا آهيان جنهن ڏينهن عيد هئي ـــ ها عيد، ۽ تون توان ڪپڙا پايو، عيد جو چنڊ ڏسڻ لاءِ ڪڙ ڪڙ ڪندو اسانجي گهر جي ڪڙڪيءَ کان لنگهيو هئين. ان وقت مان اندر ڪڙڪيءَ جي پرسان ئي ويٺي هيس ۽ پئي ٿي هندستان جي تواريخ پڙهيم. ڪليل ورق تي شاهجهان جي تصوير هئي. توتي نظر پيم ته يڪدم شاهجهان ڏانهن ڌيان ڇڪجي ويم ـــ ان وقت تون مونکي سچ پچ شاهجهان ـــ پورو پورو شاهجهان پيو لڳين! ـــ سهنجي دل چاهيو ته جيڪر.....

منهنجا شاهجهان، ڇا تون پنهنجي ممتاز کي
جواب نہ ڏيندين؟ — مان شاهوڪار ۽ آزاد
خيال ماءُ پيءُ جي ڌيءُ آهيان ۽ — ۽ ڪنهن
سان بہ شادي ڪري ٿي سگهان. ڪيترو نہ
چڱو ٿئي جو تون........ جو تون........
مونکي هن خط جو جواب ڏين!

تنهنجي ۽ سورنهن ٿي آنہ فقط تنهنجي ممتاز.

جڙيل:- (هٿ مهٽيندي) بس اها ٿي هڪ مصيبت آهي
جو هوءَ شاهوڪار ماءُ پيءُ جي ڌيءُ آهي!

محمود:- ڇا مطلب؟

جڙيل:- مطلب؟— مطلب وري ڇا — بس اهو ٿي
تہ هوءَ شاهوڪار گهر جي آهي. جيڪڏهين
هوءَ ڪنهن غريب گهر جي هجي ها تہ مان
ڪري سائس شادي ڪريان ها — مون کي
پيسي ۽ پيسي وارن کان نفرت آهي (محمود
ڏانهس ڇتائي نهاري ٿو) اوهان بہ تہ غريب
گهر مان شادي ڪئي هئي نہ؟

محمود: (ڪجهہ گنڀير ٿي) هو پٽڪ ڪڍي وٺ (جڙيل
پٽڪ ڪڍڻ لاءِ اٿي ٿو) ۽ هوءَ مس استعمال بہ
(جڙيل اها بہ ڪڍي اچي ٿو) — هان! تون
واڳڻائي مس ڪم آڻيندو آهين؟ (جڙيل
خاموش رهي ٿو) ۽ هيءُ — هيءُ خط بہ تہ

واڳتائي مس سان لکيل آهي (پنڊ مان هڪ پنو ڪڍي خط جي پني سان ملائيندي) اڙي هيءُ خط جو پنو به ته ساڳيو ئي پيو ته ڏسجي!

جڙيل:- (تهڪ ڏيئي) وڏو چالاڪ آهين!

محمود:- (کلي) مان چالاڪ نه پر تون بيوقوف آهين.

جڙيل:- (شرمندو ٿي) شايد.

محمود:- شايد نه پر سچ پچ — جڙيل، تون چو اهڙو بيوقوف ٿيو آهين جو پاڻکي پاڻ هن قسم جا فضول بيرنگ خط لکي پيسو وڃائي رهيو آهين؟

جڙيل:- معاف ڪجو، مان اهڙو بيوقوف هرگز نه ٿيندس. هن خط تي به ته ٽي آنا اوهان ڏنا.

محمود:- ته گويا — بيوقوف مان ٿيس؟

جڙيل:- جي.

محمود:- (شرمندو ٿي) شايد.

جڙيل:- شايد نه، پر سچ پچ.

محمود:- ۽ جي مان هتي نه هجان ها ته؟

جڙيل:- انهيءَ حالت ۾ ٽپاليءَ کي چبو وڃي ها ته صاحب هن وقت واندو نه آهي، ڪنهن ٻئي وقت اچجانءِ!

( ٻئي دوست کلن ٿا.)

محمود:- جزيل، جيڪڏهين مان تنهنجي شاديءَ جو بندوبست ڪريان ته مونکي ڇا ڏيندين؟

جزيل:- اهڙن ڪمن لاءِ رواجي في جي پيڻ!

محمود:- مگر تو مفلس وٽ رکيو ئي ڇا آهي!

جزيل:- مون وٽ ڇا رکيو آهي؟— آه، نٿو سمجهين. هڪ ڪلارڪ جي دعا لڳي ويئہ ته تنهنجا پيڙا ئي پار — بس گاجرا واه جي هن طرف!

محمود:- معاف ڪجانءِ. مونکي تنهنجي دعا ڪانہ ٿي کپي. چوندا آهن ته ڪاردار جي ڪلارڪن جي دعا هميشه ابتو اثر ڏيکاريندي آهي — ها، باقي مفت سو ڪم ڪري ٿو ڏيانءِ.

جزيل:- ائين ئي سهي. مگر ڀلاء ته اهو خوشنصيب ڪير آهي جنهن جي گهر منهنجو بندوبست ڪندين؟

محمود:- تنهن سان تنهنجو ڪهڙو مطلب. رٽايرڊ سب انسپيڪٽر پوليس آهي — بابي سائين مرحوم جو ننڍي هوندي جو سنگتي.

جزيل:- (مشڪي) تہ گويا تنهنجو چاچو ٿئي — مگر، سندس نالو؟

محمود:- سندس نالو حاجي عبدالرحمان آهي.

جزيل:- (ٽپ ڏيئي ڪرسيءَ تان اٿندي) تہ گويا مونکي منهنجن خوابن جي راڻي ملي ويندي!

محمود:- ڪهڙي — تنهنجن خوابن جي مها راڻي؟

جڙيل:- سڪينه — منهنجي سڪو! — حاجي عبدالرحمان جي دختر جيڪا مون سان گڏ پڙهندي هئي! — اها ئي ته آهي منهنجن خوابن جي راڻي!! منهنجي ممتاز محل!!! (جڙيل محمود کي ياڪر پائي چمي ٿو ڏئي) او، محمود تون ڪهڙو نه سٺو آهين!

محمود:- نهيو، هاڻي جند ڇڏ منهنجي. مان سياڻي حاجي عبدالرحمان وٽ ويندس ۽ متان ڪنهن به وقت هتي وٺي اچانس، تنهن ڪري تون اڄ ئي پنهنجي جاء جي سٺي طرح صفائي ڪرائي ڇڏ ۽ پنهنجو هي ۽ سمورو سامان هتان ڪڍائي، منهنجي گهران سامان، کٽ، بسترو، ميز، ڪرسيون وغيره گهرائي هتي رکائي ڇڏ، ڪيئن سمجهي وئين نه؟

جڙيل:- بلڪل، تون چٽل آهين.

محمود:- (کلندي) نه مان چٽل نه آهيان — مان محمود آهيان.

( پردو ڪري ٿو )

# منظر ڏهون

( پردو کڄي ٿو )

هڪ وراندو جنهن جي پٺيان اندرين ڪمري جو دروازو نظر اچي رهيو آهي. وراندي ۾ هڪ کٽ تي رٽائرڊ سب انسپيڪٽر پوليس حاجي عبدالرحمان بستري سان ٽيڪ لڳائي ڪتاب ”ماسي ۽ مجيد“ پڙهي رهيو آهي. سندس زال کٽ تي هڪ طرف ويٺي آهي.

(در تي ٺڪ ٺڪ ٿئي ٿي.)

حاجي: (پنهنجي زال کي) شايد محمود آيو آهي. تون اندر وڃ ۽ سڪينه کي به ٻڌاءِ ته ٻاهر نه اچي.

جوڻس: ها، پر سموري حقيقت ڇوڪري بابت ونجوس، پوءِ متان ......

حاجي: ڇڳو ڇڳو تون اندر وڃ — مان سمجهان ٿو. مون ۾ تو جيترو عقل ته ضرور هوندو، (سندس زال اندر وڃي ٿي ۽ حاجي ڏاڍيان چوي ٿو) اچو. اندر اچو.
(محمود اندر داخل ٿئي ٿو)

محمود :- اسلام عليڪم،

حاجي :- (ڪٽ تان اٿندي) وعليڪم سلام، ميان محمود ڏاڍي دير لاتوَ اچڻ ۾. اسان ڪي ته صبح کان ئي اوهانجو انتظار هو. (ٻئي هٿ ملائين ٿا.)

محمود :- دير برابر ٿي ويئي. پر مجبور هوس حاجي صاحب. هڪ ڪيس اهڙو ملي ويم جو ان مان مس مس جند ڇڏائي سڌو اوهان ڏي آيو آهيان.

(محمود ڪرسيءَ تي وهي ٿو ۽ حاجي ڪٽ تي.)

حاجي :- هن ـــ پنهنجي دوست، ميان ـــ ميان جڙيل ڪي ڪونه وٺي آيوَ؟

محمود :- ها، وٺي اچانس ها مگر عين وقت تي مختيارڪار صاحب حاجي علي محمد شهوائيءَ گهرائي ورتس ـــ ڪنهن سرڪاري ڪم لاءِ ـــ سندس آفيس ۾ مسٽر جڙيل هڪ ئي ته قابل ڪلارڪ آهي. (ٿورو ترسي) مون سائس ڳالهه ڪئي هئي ........

حاجي :- (انتظار مان) ۽ ........

محمود :- (مشڪي) ۽ هن منظور ڪئي. مونکان پري پلا ڪيڏانهن ويندو.

حاجي :- (خوش ٿي) بهتر — مگر ميان محمود هن بابت پيون ڳالهيون ته اوهان ٻڌايون ئي ڪونه — هي ساري زندگيءَ جو سوال آهي. ائين نه ٿئي جو ڇوڪري هن وٽ وڃي سورن ۾ پوي.

محمود:- حاجي صاحب، اوهان ڪوبه خيال نه ڪريو — اصل او ذرو به — ته ڇا مان اوهانجو دشمن ٿيندس؟

حاجي :- نه، برخوردار. منهنجو اهو مطلب هرگز نه آهي — پر تنهن هوندي به هن بابت هرڪا خبر اسانکي هئڻ گهرجي نه — سندس پگهار ڪيترو آهي؟

محمود:- پگهار؟- ائين پڇو ته ڪيس آمدني ڪيتري آهي.

حاجي :- مطلب؟

محمود:- (کلي) حاجي صاحب، نٿا سمجهو. پهلا ڪنهن سرڪاري ننڍي ملازم جي پگهار مان به پورت ٿي آهي؟— خاص ڪري هڪ ڪلارڪ جي جنهن جي پگهار فقط سٺ ستر روپيه. جنهن مان ڏهه روپيه ڪن مسواڙ جا ڏئي، ڏهه روپيا پاڻي ۽ لائيٽ تي خرچ. ڏهاڪو کن روپيه ڌوبي، حجام ۽ پنگيءَ جي ندي. اهڙا ڏهه روپيه ڪم واري ۽ ڪاڌن

واري جو کندو. اٽڪل ڏهه روپيه کن تيل، صابڻ، بوٽ پالش ۽ اهڙين کن ٻين ضروري شين تي چٽ، ڪل ڪيترا روپيه ٿيا؟

حاجي:- ڏهه، ويهه ويهه، ٽيهه، چاليهه، پنجاه روپيه!

محمود:- ٺيڪ آهي — باقي ويهه روپيه پيا ٻچن، يارن دوستن جي چانهه پاڻي ۽ ٻئي اهڙي متفرقه خرچ تي ختم! — تي نه سموري پگهار ائين چٽ؟ — هاڻي ٻڌايو ته پاڻ ماني ڪٿان کائي، ڪپڙو لٽو ڪٿان ۽ ڪيئن وٺي ۽ جي شادي شده هجي ۽ هڪ اڌ ٻار به هجيس ته انهن جو پيٽ ڪيئن پالي؟ — جي ٿئيس گهر ۾ ڪو بيمار يا پاڻ وقتي بستري داخل ٿئي ته علاج لاءِ پيسا ڪٿان آڻي؟ — ۽ —

حاجي:- درست آهي — مگر......

محمود:- مائٽ ويچارا پگهر جو پورهيو ڪري اولاد کي نپائين، چار سال سنڌي ۽ ست سال انگريزيءَ تي — گهٽ ۾ گهٽ مشترڪ ٿائين يارنهن سال چٽ. ان عرصي ۾ مائٽ قرض وغيره ڪڍي هيترو سارو خرچ کن ۽ دعائون گهرن ته الله سائين، اسانجي ٻچڙي کي ڪرسي نصيب ڪجانءِ — ۽ جڏهين سندن ٻچڙو خبرن سان ڪلارڪ ٿي اچي

ڪرسي والاري ٿو، ٿيهه تاريخون روزانو ست
اٺ ڪلاڪ ڪرسيءَ تي ڪپ ڪوڙي ويهي
دماغي پورهيو ڪري ٿو — تنهن ڪانپوءِ کيس
معاوضو ڇا ٿو ملي؟— فقط سٺ ستر رپيه،
يعني روزانو ٻه ڪن رپيا!— ۽ هڪ مزدور؟—
هو ستن اٺن سالن جي عمر کان وٺي مزوري
شروع ڪري ٿو— ۽ مزوري ڪندو ٿو
رهي. نه هو پنهنجن مائٽن تي بار آهي ۽ نه
ڪنهن ٻئي تي— جيئن ئي هو ۾ سمجهه
اچي ٿي، هو پنهنجي روزي پاڻ ڪمائڻ شروع
ڪري ٿو. کيس ڪابه ڳڻتي، ڪابه پرواهه نه
آهي— سندس صحت سٺي، بدن ۾ مضبوط—
هاڻي اهڙو مزور هڪ شادي ڪري ته ڇا ۽
جي چار شاديون ڪري ته ڇا!—کيس هڪ
اولاد ٿئي ته ڇا ۽ جي پورا پنجاهه بار ٿينس
ته ڇا!— سڀ مزور ٿيندا — جائي ڄم کان
مزور! پنهنجي روزي پاڻ ڪمائيندڙ مزور!!—
۽ هڪ ڪلارڪ؟ شاديءَ ڪانپوءِ سندس حالت
کهڙي ٿي ٿئي!— بس — نه پڇو— ۽ وري
جي ٿئيس ٿو ڪو ٻار، ته ڪلارڪ جي هڪ
اک ڪلي ٿي ۽ ٻي اک روئي ٿي!— ۽....

حاجي : ٺيڪ آهي برخوردار، مگر.......

محمود : مونکي ڳالهائڻ ڏيو— معاف ڪجو حاجي

صاحب، اڄ ماڻهن ڪجهه جذباتي ٿي پيو آهيان. بحث ئي اهڙي موضوع تي ڇڙيو آهي— هاڻي اوهين خود ويچار ڪريو ته، هڪ مزور ڏهن سالن جي عمر ۾ ايترو ڪمائي ٿو جيترو هڪ ڪلارڪ ويهن سالن جي عمر ۾ به، ايتري تعليم حاصل ڪرڻ بعد ۽ دماغ سوزي ڪري نٿو ڪمائي!— پوءِ مون کي پڌائيندو ته ڪير ڇو پنهنجن ٻارن تي هيترو سارو خرچ ڪري، سندن عمر جو گهڻو حصو اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ وڃائي ڪين ٻاڙهي! ڇو نه ڪين واڍڪي، رازڪي، درزڪي ۽ ٻئي ڪنهن اهڙي پورهئي ۽ هنر جي ترغيب ڏين!— ڇو نه مائٽ پنهنجن پٽن کي مزور بنائين— مزور! صحتمند ۽ مضبوط هڏ ڪاٺ وارا مزور— جي ڪنهن تي به بار نه آهن! مزور، جيڪي ڇائي ڇم کان پنهنجي روزي پاڻ ٿا ڪمائين!

حاجي :- مگر........

محمود:- مگر تنهن هوندي به مائٽ پنهنجن پٽن کي پاڙهين ٿا— دعائون ٿا گهرن ته ڪين ڪرسي ملي— هون، ويچارا ابوجهه مائٽ!!

حاجي :- هاڻي مونکي ڳالهائڻ جو موقعو ڏيندو؟

محمود:- (مشڪي) فرمايو، فرمايو.

حاجي :- رشوت حرام آهي ۽ ........

محمود:- حرام؟- حرام بيشڪ آهي مگر هڪ ڪلارڪ لاءِ ته رشوت سوئر هوندي به حلال ٿي ڏسجي حاجي صاحب. ڇا مونکي ٻڌائيندو ته رڻ پٽ ۾ هڪ مسافر جنهن وٽ نه، پيئڻ لاءِ پاڻي بچيو هجي ۽ نه، کائڻ لاءِ مانيءَ گرهو — تنهن لاءِ ڪهڙي چيز حلال آهي ۽ ڪهڙي چيز حرام؟— اهڙي مسافر لاءِ، حاجي صاحب، سڀ ڪجهه کائڻ ۽ پيئڻ جائز آهي. ڪٿي ڪا حلال شي هٿ لڳي ته ڇا ۽ جي ڪا حرام شي مليس ته ڇا! — هن لاءِ ٻئي شيون هڪ جهڙيون آهن.

حاجي :- ڪلارڪ جي صحرا جي هڪ ڀٽڪندڙ مسافر سان تشبيهه! خوب، خوب!! مگر برخوردار اگيئون سرڪار جي ڪڙو ڪيل رشوت ٽوڙ ڪاٽو به ته آهي.

محمود:- برابر— مگر ان لاءِ ڇا ڪجي.

درميانِ قعر دريا تخته بنده ڪرده‌ئي
بعد مي گويد ڪه دامن تر مڪن، هوشيار باش!

ڪلارڪ کي قلم هٿ، ۾ ڏيئي ڪرسيءَ تي ويهاري ٿا ڇڏين ۽ ڪيس ڏين ڇا ٿا؟— فقط

اڻن ڏهن ڏينهن جو خرچ، باقي ويهن ٻويهن
ڏينهن لاءِ ڪيس ڇيو ٿو وڃي، ”خبردار
جي انهن ڏينهن ۾ پنهنجي ۽ پنهنجي ٻچن
جي پيٽ ۾ مانيءَ جو ڪو گره وڌو اٿيئي!—
حاجي صاحب جيسين ڪامورن کي معقول
پگهارون نه ملنديون تيسين رشوت بند نه
ٿيندي— ڀلا مونکي ته ٻڌايو، تيسين ڪو
معصوم پنهنجي ماءُ جي ٿڃ ڇڏي سگهندو
جيسين ڪيس سڄي کير جو چڱو مقدار نه
ملندو؟— حاجي صاحب جيڪڏهين ڪنهن
معصوم کان زوريءَ ماءُ جي ٿڃ ڇڏائي
ويندي ۽ ڪيس ٻيو کير به نه ڏنو ويندو ته
لازمي آهي، حاجي صاحب، اهڙو معصوم مري
ويندو!

حاجي :- ميان محمود، اوهانجين ڳالهين منهنجي دل
تي گهرو اثر ڪيو آهي.

محمود:- ته ڇا حاجي صاحب، اوهانکي ڪامورن لاءِ
اهڙي ئي ڪا نفرت هئي؟

حاجي :- نه، برخوردار - ائين ته نه آهي (ٿورو رڪي)
اوهان کان ڇا لڪايان ميان محمود، پنهنجي
ايام ڪاريءَ ۾ مونکي رشوت وٺڻ جا اهڙا ته گر
ياد هيا، جي اڄڪلهه جي صوبيدارن کي مشڪل

ايندا هوندا. مونکي ته اوهان جي ڳالهين ۾
لطف اچي ويو هو تنهن ڪري پڇي ٿي
اوهان کي ڇيڙيم ـــ ميان محمود، انگريز
وڏا پلستر هئا. انهن ڪامورن جون پگهارون
چاڙهي واڌي گهٽ رکيون هيون ته جيئن هو
پنهنجن پائرن جا ڪپڙا لاهين ۽ نتيجي طور
پبلڪ ۽ ڪامورن ۾ هڪ ٻئي لاءِ نفرت پيدا
ٿئي ۽ اهڙيءَ طرح ملڪ جي باشندن مان
اتحاد ۽ تنظيم بلڪل نڪري وڃي. هينئر
ته الله جي مهرباني سان پنهنجي آزاد حڪومت
آهي ـــ پاڪستان آهي. هاڻي ته ننڍن ر...
ڪامورن جون پگهارون مناسب حد تائين و...
کپن جيئن هو پنهنجي پگهار مان عزت جي
زندگي بسر ڪري سگهن. ان جو نتيجو اهو
نڪرندو جو تعليم لاءِ به چاهه وڌندو ڇاڪاڻ
ته پوءِ، اوهانجي ڳالهه وانگر، مائٽ پنهنجي
اولاد کي مزدور بنائڻ جي بدران سٺي تعليم
ڏيارڻ وڌيڪ پسند ڪندا. اهڙي تعليم يافته
طبقي مان ضرور ڪي دماغ پيدا ٿيندا جي
ملڪ ۽ قوم جي تمام وڏي ۽ تمام سٺي
خدمت ڪندا ـــ خير، ڇڏيو انهن ڳالهين
کي، ميان محمود (مشڪي) پلا ميان جڙيل
جي آمدني ڪيتري آهي؟

محمود: (کلي) ها، ائين پڇوء سندس آمدني بس ايتري آهي جنهن مان پنهنجو پيٽ به پيو پالي. شاديءَ کان پوءِ جيڪي پار تينلس انهن کي به بلڪل چڱيءَ طرح نپائي سگهندو ۽ — آئنده لاءِ به ڪجهه نه ڪجهه بچت بيو ڪندو.

حاجي :- سندس ڪو ويجهو عزيز؟

محمود:- نه، بلڪل اڪيلو آهي. ۽ اهو ته پاڻ سنو. اوهان کي به ته فقط هڪ نياڻي آهي.

حاجي :- سندس ذات وغيره جي ته اوهان کي خبر هوندي؟

محمود:- ترڪ. هندستان ۾ جيڪي اوائل ۾ تاتاري ترڪ آيا هئا، سندس شجرو بس انهن سان ٿو ملي.

حاجي :- مونکي ڪو اعتراض ڪونهي. سڀائي مونکي اوڏانهن وٺي هلجو. مان ڪيس ڏسڻ ٿو چاهيان ۽ جي به به ڳالهيون روبرو به ٿي وڃن ته بهتر — پر ها، ميان محمود، منجهس ڪا بي خراب عادت ته ڪانه آهي. مثلاً شراب، جوا ........

محمود: اصل نه. بلڪل نه. شراب کان ته هو ائين پري ڀڄندو آهي جيئن ڪانوُ غليل کان —

۽ جوا؟ — هن ويچاري کي ته اها به خبر نه آهي ته تاس جا پتا ڇا ٿيندا آهن. (کلي) هڪ دفعي شهر مان وچي رهيا هئاسين ته رستي تي تاس جو هڪ پتو پيو هو. کلي جڙيل کان پڇيم، ”دوست هي ڪهڙو پتو آهي؟“ هن پتو منهنجي هٿ مان ورتو ۽ ان کي غور سان ڏسڻ لڳو ۽ منٽ ٻن کان پوء چيائين، ”ڪاري جي راڻي“، حالانڪ اهو پان جو گولو هو — يعني ايتري قدر ته معصوم آهي.

حاجي :- (تعجب مان) هان! — مگر سگريٽ — سگريٽ ته ضرور ڇڪيندو هوندو. اها عادت ته اڄڪلهه عام آهي.

حمود:- مسٽر جڙيل خالصو آهي.

حاجي :- خالصو ڪيئن؟ — ڇا سک مان مسلمان ٿيل آهي؟

حمود:- (کلي) نه، يعني جيئن خالصا پيڙيءَ جي دونهين کان به نفرت ڪندا آهن تيئن هو به نفرت ڪندو آهي.

حاجي :- خوب، خوب. مان سيائي ضرور ڪيس ڏسڻ هلندس.

حمود:- (اٿندي) چڱو، حاجي صاحب، هينئر اجازت.

حاجي: وھو نہ ميان محمود، ڪو پاڻي ڀاڻي نہ ٿيو. ڳالهين ۾ توهان جي خاطر تواضع بہ ڪري نہ سگهيس ( تورو ڏاڍيان ) سڪينہ جي ماءُ، شربت ........

محمود: نہ، حاجي صاحب. اوهان ڪان حجاب ڪونهي. هاڻي معافي ٿو وڃان، اسلام عليڪم –

حاجي: چڱو برخوردار، وعليڪم سلام.

( پردو ڪري ٿو )

# منظر چوٿون

(پردو کڄي ٿو)

هڪ طرف پلنگ تي صاف سٺو بسترو وڇايل آهي ٻئي طرف هڪ وڏي ميز پيل آهي جنهنجي پاسن کان چار سٺيون ڪرسيون پيل آهن. فرش تي اکروٽ، بادام ۽ پستن جا ڇلر ۽ تازي فروٽ جون ڪلون پکڙيل آهن. ڪمري جي ديوارين تي خوبصورت تصويرون لٽڪي رهيون آهن. جڙيل نوان ڪپڙا پاتيون هڪ ڪرسيءَ تي ويٺو آهي.

(محمود اندر داخل ٿئي ٿو)

محمود: واه، واه! واه واه!! اڄ ته تون سچ پچ شاهجهان ٿي پيو آهين.

جڙيل: (پنهنجي ٺاه درست ڪندي) در اين چه شڪ!

محمود: (مشڪي) چڱو دوست، هاڻي تون تيار ۽ خبردار ٿي ويهجانءِ، مان حاجي عبدالرحمان کي وٺي ٿو اچان. هن جي روبرو ڪا بيوقوفي جي ڳالهه هرگز نه ڪجانءِ.

جڙيل: ته ڇا مان بيوقوف آهيان؟

محمود:- نہ بيوقوف تہ هرو ڀرو ايڏو نہ آهين پر تہ بہ خيال رکجانءِ ۽ ساڻس بلڪل فضيلت ۽ سمجهداري سان پيش اچجانءِ.

جڙيل:- مان انشاالله پنهنجو پارٽ ڪئريڪٽر اڪٽر مظهر خان بہ ا پرٿوي راج وانگر بخوبي ادا ڪندس. مگر پہ ڏاءِ تہ سهي ساڻس ڪهڙي گفتگو ٿي — مون بابت تہ هن گهڻو ئي پڇيو هوندو؟

محمود:- تو بابت هن سڀ ڪجهہ پڇيو — جيڪي نہ پڇڻ گهربو هوس سو بہ پڇيائين —

جڙيل:- (انتظار مان) يعني؟

محمود:- پڇيائين جڙيل موالي تہ نہ آهي محمد امين جمالي وانگر. مون چيو، نہ، جيتوڻيڪ تون سنو موالي آهين.

جڙيل:- ٺيڪ آهي. اهو توهان ٺيڪ جواب ڏنو.

محمود:- . پڇيائين، جڙيل جواري ياڻي تہ نہ آهي. مون جواب ڏنو هن ويچاري کي تہ ڪاري جي راڻي ۽ پان جي گولي سڃاڻڻ جي بہ تميز نہ آهي.

جڙيل:- يعني انهيءَ ڏس ۾ مان بدتميز آهيان! — بلڪل ٺيڪ. برابر ڪاري جي راڻي ۽ پان جو گولو مون لاءِ هڪ برابر آهن.

محمود:- حاجي صاحب پڇيو ته جڙيل ماڻهو ڪهڙي قسم جو آهي. سون چيو بلڪل خانداني ۽ امير.

جڙيل:- اهو جواب به توهان فٽ ڏنو. مان لاشڪ خانداني پيڙي فروش جو پٽ آهيان ۽ دل جو امير!

محمود:- (ڪلي تو) پڇيائين ته جڙيل رشوت خور نه نه آهي ـــ

جڙيل:- (انتظار مان) ۽ اوهان ڇا چيس؟

محمود:- مون جواب ڏنو ته هن جو گذران ٺي مرحوم حاجي الله اوپائي وانگر رشوت تي آهي!

جڙيل:- (ناراض ٿي) ڇا سچ پچ توهان اهڙو جواب ڏنو ـــ مان نه رڳو رشوت وٺڻ وڏو گناه تو سمجهان مگر اهڙو ڪو قدم کڻڻ به جائز نٿو سمجهان جنهن جي ڪري مونکي رشوتي سمجهيو وڃي ـــ رشوت جو نالو ئي مڪروه آهي. جهڙيءَ طرح استاد نيپولين بونا پارٽ جي ڊڪشنري ۾ اکر "ناممڪن" نه هو تهڙيءَ ريت پاڪستان جي ڊڪشنريءَ ۾، "رشوت" جو لفظ نه هئڻ گهرجي. اها منهنجي آرزو آهي!

محمود:- مونکي فقط اهو ظاهر ڪرڻو هو ته تون مڇيءَ ماني وارو آهين ۽ خوش زندگي بسر ٿو ڪرين تنهن ڪري مجبور ٿي توکي رشوتي بنايم. ٻيءَ صورت ۾ حاجي صاحب سمجهي ها نه سٺ ستر روپين مان تون ڪهڙي زندگي بسر ڪندو هوندين ۽ شاديءَ کانپوءِ توهان زال مڙس جو ڪهڙو حال ٿيندو؟

جڙيل:- مگر تون هن ڪوڙ جي بدران پيو ڪوڙ ڳالهائي ٿي سگهئين— مثلاً چئين ها ته— جڙيل کي پنج سو ايڪڙ ڪچي جي زمين آهي.

محمود:- خير جيڪي چوڻو هوم سو چيم. مان هاڻي وڃان ٿو ڪيس وٺڻ.

(محمود وڃي ٿو. سندس وڃڻ کانپوءِ جڙيل ڪمري ۾ چئني پاسي نهاري ٿو.)

جڙيل:- (پنهنجي منهن آهستي) ڪجهه به منهنجو ناهي— ڪجهه به منهنجو ناهي— هيءَ پلنگ، هيءُ بسترو، هيءَ ميز، هي ڪرسيون، هو ٽنگيل تصويرون (ٺهڪ ڏيئي) ڪجهه به منهنجو ناهي (پنهنجن پاتل ڪپڙن کي ڏسندي) هيءَ سلڪ جي قميص، ڪارڊ راءِ جي پتلون، ڪشميري جو ڪوٽ، هيءَ ٽاءِ، آه!— ڪجهه به منهنجو ناهي (اوچتو پٺ

تان نارنگيءَ جي کل هٿ ۾ کڻي) ۽ هي
فروٽ جون کلون؟ (مشڪي ٿو) اهي به
منهنجيون ناهن— اهي به نه آهن منهنجيون!
(ڏاڍيءَ سان سڏ ٿو ڪري) ممي، او ممي!
(پري کان هڪ سنهون پاراڻو آواز اچي ٿو
"جيءَ" ۽ منٽ اڌ کان پوءِ هڪ ڇهن ستن
سالن جي ڇوڪري جڙيل جي سامهون اچي
ٿي بيهي)

جڙيل:- (مميءَ کي پانهن کان جهلي پنهنجي سامهون
بيهاريندين) ممي، تون ڪنهنجي ڌيءَ آهين؟

ممي: ڊاڪٽر محمود جي.

جڙيل: ۽ ڊاڪٽر محمود ڪنهنجي ڌيءَ آهي؟

ممي:- (کلي) هش چريا. ڊاڪٽر محمود منهنجو
پيءُ آهي.

جڙيل:- اڙي محمود تنهنجو پيءُ آهي!— مان ته
هن کي تنهنجي ماسي سمجهندو هوس (ممي
کيس ڏڪ ٿي هڻي)— ممي پلا اڄ فروٽ
جون کلون ڪونه کڻي ايندين؟

ممي:- ڪالهه جو هي ميتريون ساريون کڻي آيس!

جڙيل:- اهي سڪي ويون آهن. شاباس، ممي پٽ، گهران
سڀ ميڙي کڻي اچ.

ممي:- اون، هون— پهرين خرچي ڏي.

جڙيل:- خرچي ڏيانء؟ (جڙيل مميء جي کيسي مان آهستڙي پيسو ڪڍي مميء کي ڏئي ٿو.) بس، هائي ته ڪٺي اچ.

(ممي ڊوڙندي هلي ٿي وڃي ۽ ترت ئي محمود ۽ حاجي عبدالرحمان اندر داخل ٿين ٿا. جڙيل آٿي ٿو بيهي.)

محمود:- (جڙيل ڏانهن اشارو ڪري) هيءُ آهي منهنجو دوست محمود جڙيل، مختيارڪار صاحب جو ڪلارڪ (پوء حاجي عبدالرحمان ڏانهن اشارو ڪري) هيءُ آهن حاجي عبدالرحمان صاحب، بابا مرحوم جا خاص دوست.

جڙيل:- ( حاجي صاحب سان هٿ ملائيندي ) وڏي خوشي ٿي اوهان سان ملي.

حاجي:- نوازش. آءٌ پاڻ ڏاڍو خوش ٿيو آهيان توهان کي ڏسي. ميان محمود کان اڳ توهانجي تعريف ٻڌي چڪو آهيان.

(حاجي ۽ جڙيل ڪرسين تي وهن ٿا.)

حاجي:- وهو ميان محمود، اوهين به وهو نه.

محمود:- حاجي صاحب مونکي مهرباني ڪري معاف ڪندا. هڪ مريض کي تمام جلد ڏسڻو اٿم (جڙيل کي) ٽائيم ڇا ٿيو آهي، مسٽر جڙيل؟

جڙيل:- (هڪ نرالي شان سان پنهنجي هٿ تي ٻڌل واچ ڏسي) پوڻن ڇهن ۾ پندرنهن منٽ.

محمود:- چڱو، حاجي صاحب، اسلام عليڪم.

حاجي ۽ جڙيل (يڪ آواز) وعليڪم سلام.

(محمود وڃي ٿو. جڙيل پنهنجي ڪوٽ جي کيسي مان پاسنگ شو سگريٽن جو پاڪيٽ ڪڍي حاجي صاحب ڏانهن وڌائي ٿو.)

حاجي:- سگريٽ! — مگر ميان محمود ٻڌايو ته اوهين سگريٽن جي حق ۾ بلڪل خالصا آهيو؟

جڙيل:- (شرمنده ٿي) مان ته شروع کان ئي سگريٽ پيڙيءَ جي خلاف آهيان — پر ڇا ڪجي حاجي صاحب، ڪي اهڙا به ملاقاتي اچن ٿا جن لاءِ لاچار پاڻ وٽ سگريٽ رکڻا ٿي ٿا پون.

حاجي:- (خوش ٿي) سگريٽ آهن به تمام خطرناڪ.

جڙيل:- تمام— تمام!— حاجي صاحب، تمام خطرناڪ آهن. پيسي جو زيان هڪ طرف ته دل جي ڪمزوري ٻئي طرف ۽ جي سگريٽ ڇڪيندي ننڊ اچي وڃي ته پوءِ بستري جو زيان ٽئين طرف — هڪ ته اڳيئي ساڙي ڇڪو آهيان.

حاجي:- هان!— مگر اوهان هاڻي ڇبو ته..........

جڙيل:- مون نہ، حاجي صاحب، منهنجي دوست بسترو ساڙيو — پر چئي تہ مان ئي ساڙي ڇڪس. نہ ڪمبخت ڪي پنهنجي بستري تي سمهڻ ڏيان ها ۽ نہ منهنجو بسترو سڙي ها.

حاجي:- (ٺهڪ ڏيئي) نيڪ نيڪ. هاڻي سمجهيم. (چوڏاري هيٺ نهاريندي) هڪ ڳالهہ تہ ميان جڙيل اوهان بابت معلوم ٿئي ويم.

جڙيل:- (انتظار مان) ڪهڙي، حاجي صاحب؟

حاجي:- تہ — تہ اوهين ماني اصل ڪونہ کائيندا آهيو (حاجي صاحب مشڪي ٿو.)

جڙيل:- نہ، ائين نہ آهي حاجي صاحب ماني کائڻ ۾ تہ مان نورمحمد هاءِ اسڪول جي سڄي بورڊنگ هائوس ۾ مشهور هوس — هڪ دفعي دال جون پنجاه پليٽون صاف ڪري هندستاني دال چئمپين پاوا ڳنگو ناٿ جو گرئموفون پڳو هوم جنهن دال جون اٺونجاه پليٽون هضم ڪيون هيون!

(حاجي صاحب ٺهڪ ٿو ڏئي.)

حاجي:- تہ پوءِ هي هيتريون ساريون فروٽ جون ڪلون؟

جڙيل:- او. ها — نوڪر، نوڪر ڪمبخت جا سڀ ڪرتوت آهن. نہ پنهنجي ڳوٺ بنگلديري

وجي ها ۽ نہ مون کي فروٽ تي گذران ڪرڻو پوي ها. حاجي صاحب مونکي هوٽل جي ماني کان سخت نفرت آهي.

حاجي:- اوهان کي هاڻي شادي ڪرڻ گهرجي — نوڪرن تي ڪهڙو پروسو — ۽ پوءِ نوڪر بئيمان بہ تہ ٿيندا آهن.

جڙيل:- بلڪل — بلڪل — حاجي صاحب، بلڪل بئيمان ٿيندا آهن. منهنجو تہ خيال آهي چار زالون آسانيءَ سان پالي سگهجن ٿيون، مگر حاجي صاحب، ڪمبخت نوڪر هڪ بہ سنڀالڻ مشڪل آهي.

حاجي:- (کلي ٿو) ميان جڙيل، اوهانجيون ڳالهيون مونکي بيحد پسند آهن.

جڙيل:- حاجي صاحب، پاڻ وٽ ڳالهين کانسواءِ پيو رکيو ئي ڇا آهي! (حاجي ڏانهس ڇتائي نهاري ٿو. جڙيل پاڻ سنڀالي ٿو وڃي) دنيا ۾ حاجي صاحب، انسان جي زبان ئي آهي، پيو آهي ئي ڇا! — حاجي صاحب اوهانکي بہ ڪو اولاد آهي؟

حاجي:- (ڪنڌ هيٺ ڪري) آهي — هڪ نياڻي آهي.

جڙيل:- وڏي آهي؟

حاجي:- هون — آهي چوڏهن پندرنهن ورهين جي.

جڙيل:- اڇا— منهنجو ارادو آهي........ حاجي صاحب ڊاڪٽر محمود اوهان سان ڳالهه ڪئي هوندي—

حاجي:- هائو برخوردار. مان بلڪل خوش ٿيو آهيان اوهان سان ملي. سونکي ڪوبه اعتراض نه آهي.

(ممي اندر داخل ٿئي ٿي. سنلس هٿ ۾ هڪ ٿيلهي آهي. ڪيس ڏسي جڙيل جو منهن لهي ٿو وڃي.)

ممي:- اچي، ٿيلهي خالي ڪري ڏي.

جڙيل:- رک پٽ، پوء ڪٽي وڃجانء ٿيلهي.

ممي:- نه، نه. تون ٿيلهي وڃائي ڇڏيندين.

(ممي ٿيلهي ميز تي اونڌي ڪري. ميز تي تازي فروٽ جي کلن جو ڍڳ لڳي ٿو وڃي. ممي خالي ٿيلهي کڻي پيجي تي وڃي.)

حاجي:- (هيٺ پکڙيل کلن ڏانهن ڏسي ۽ پوء ميز تي پيل فروٽ جي کلن ڏانهن نهاري) هي :.... هي......

جڙيل:- (تڪڙ ۾) کلون آهن حاجي صاحب— هوء ممي آهي نه ڊاڪٽر محمود جي ڌي ان جو ڪتو آهي ٽائگر، ان لاء کٽي ويئي هئي—

حاجي:- (ٺوڪ جي نموني) ها— ۽ هاٺي ان ٽائگر

ڪتي ڪي ٻلي ڪاٺي ويٺي تنهنڪري ڪلون
واپس ڪٿي آئي- ائين نه؟

جڙيل:- ها— ها— پر نه حاجي صاحب ٻلي ڪتي
ڪي ڪيئن کائيندي؟— هو ته........
(حاجي ڪاوڙ مان اٿي ڪڙو ٿئي ٿو ۽ ٽڪڙو
ٽڪڙو ٻاهر نڪري هليو ٿو وڃي.) جڙيل
حسرت ڀري نگاه سان ڪيس ڏسندو ٿو رهي
۽ پوءِ پنهنجو مٿو ميز تي پيل ڪلن جي
ڍڳ تي ڪيرائي تمام ڏک ڀريئي آواز ۾
چوي ٿو "ممي، تنهنجي ته شل ماءُ مري!"

(پردو ڪري ٿو)

# منظر پنجون

کٽ تي هڪ ميرو بسترو وڇايل آهي. ان تي وهاڻي ۽ مٿس رکيل ويڙهيل سوڙ ڪي ٽيڪ ڏيئي جڙيل ليٽيو پيو آهي. پاسي ۾ هڪ ٽپائيءَ تي دوا جي شيشي ۽ هڪ جست جو گلاس رکيو آهي. هيٺ صندليءَ تي پٽيوالو دائود ويٺو آهي.

دائود :- خانصاحب، هاڻي ته دوا جو پيو وزن پي ڇڏيو، چار ڪلاڪ ٿي ويا آهن.

جڙيل:- (مشڪي ٿو) دائود تون به مذاق ٿو ڪرين (کنگهي ٿو) منهنجي ماءُ پيءُ مون سان مذاق ڪيو. حاجي عبدالرحمان مون سان مذاق ڪيو. سرڪار مون سان مذاق ڪيو ۽ تون (کنگهه) ۽ تون دائود تون به مون سان مذاق ٿو ڪرين! (کنگهي ٿو.)

دائود :- مون لاءِ ته سائين اوهان بيشڪ خانصاحب آهيو. اوهان جا لک احسان آهن مون تي. جتي ٻين ڪلارڪن هميشه مونکي ڇڙٻون ٿي ڏنيون اتي توهان مونکي هر دم پيار ۽ عزت جي نگاه سان ٿي ڏٺو........

جڙيل:- معاف ڪجانءِ دائـود (مشڪي) مون مذاق تي ڪيو. هن بيماريءَ ۾ تو جيڪا منهنجي خدمت ڪئي آهي سا ڪير منهنجا مائٽ به نه ڪري سگهن ها (ڪنگهه) تنهنجا ٿورا مان ڪيئن لاهيندس دائود؟

دائود :- (اتي گـلاس ۾ دوا جـو وزن وجهي گلاس جڙيل ڏانهن وڌائيندي) هاڻي يلا دوا پي ڇڏيو.

(جڙيل منٿ اڌ دائود جي اکين ۾ اکيون وجهي ڏانهنس نهاري ٿـو ۽ پوءِ دوا پي ٿو ڇڏي.)

جڙيل:- دائود، تـو منهنجو پلس بوڪ ڏٺو آهي؟— (ڪنگهي ٿـو) ماڻهون سمجهن ٿـا تـه شايد جڙيـل وٽ پيسو ڪونـه آهـي. جڙيل مفلس آهي. يلا هنن ڪي ڪهڙي خبر تـه مون وٽ ڪيتـرو پيسو آهي! دائود، مـون جام پيسو ميڙيو آهي (ڪلي ٿو ۽ پوءِ اها ڪل ڪنگهه ۾ تبديل ٿي ٿي وڃـي)— مون جام پيسو ميڙيو آهي دائود. هيءُ ڏس منهنجو پاس بوڪ (وهاڻي جي هيٺان هڪ چوپڙي ڪڍي ٿو) هي ڏس (چوپڙي کوليندي) پوڻان به سو ڊاڪٽر محمود جا. پنجويهه روپيه سيڏي واري ڪي ڏيڻا (ڪنگهي ٿو) ڏه روپيه بخاليءَ جا، ساڍا

ست روپيه آزاد ميڊيڪل اسٽور واري جا ۽
نو روپيه سالار ڪير وارو (مشڪي) ڪيئن
تو پاڻئين دائود! ايترا پيسا پلا ڪنهن ٻئي
ميڙيا هوندا !!

دائود :- سائين هاڻي اوهين تورو آرام ڪريو. ڳالهايو نه.

جڙيل:- ڇو نه ڳالهايان دائود؟ منهنجو ڳالهائڻ هاڻي
توکي به ڪونه تو وڻي؟

دائود :- (اکين ۾ پاڻي آڻي) ڳالهائڻ سائين ڪيئن
نه وڻندو؟— مگر هينئر آرام ڪريو ته سٺو.

جڙيل:- آرام!— (مشڪي) ها، آرام ضروري آهي.
هاڻي دائود مان آرام ڪندس!— اهڙو آرام
(کنگهه) جنهن مان مونکي ڪير به اٿاري
نه سگهندو!— دائود جڏهين مان اهڙي آرام
۾ پئجي رهان تڏهين تون ڊاڪٽر محمود کي
منهنجي پاران لکي موڪلجانء ته (کنگهي
ٿو) ته تو پنهنجي جڙيل کي وساري ڪراچي
وڃي وسائي تنهن ڪري توکي تنهنجا پيسا
ڪونه ملندا— اهو ڏنب آهي توتي. باقي
بين جو دائود، منهنجو سامان وڪڻي، قرض
چڪائي ڇڏجانء— مونکي ارمان آهي دائود
توکي مان ڪابه نشاني نٿو ڏيئي سگهان
(کنگهه) دائود مونکي سخت ارمان آهي
(دائود روئي ٿو)— تون روئين ٿو دائود—

مان پلا ڏس ڪڏهين رنو آهيان؟ مان تہ اهڙو سخت جان هوس دائود، جو امڙ چوندي هئي تہ ننڍي هوندي مان ڪٽ تان پٽ تي ڪري پوندو هوس، تڏهين بہ نہ رئندو هوس— (ڪنگهي ٿو) نہ رو، دائود. توکي رئندو ڏسي، اڄ مونکي بہ روئڻ ٿو اچي. (مشڪي) منهنجي سڄيءَ حياتيءَ جو رڪارڊ ۽ گرئموفون نہ ٽٽي پوي!

دائود :- (ڳوڙها اگهي) مان سرڪار ڊاڪٽر کي وٺي ٿو اچان. (دائود هليو ٿو وڃي.)

جڙيل:- (مشڪي) ڊاڪٽر!— ڇا ڪندو ڊاڪٽر، دائود!! (جڙيل جهيڻي آواز ۾ گانو ڳائي ٿو، "ڪٿي آهين تون منهنجن خوابن جي راڻي— اچي ڪر خشڪ منهنجن نيڻن جو پاڻي." وچ وچ ۾ ڪگهندو بہ ٿو رهي. ڪجهہ وقت ڪانپوءِ ڊاڪٽر ۽ دائود اندر داخل ٿين ٿا. ڊاڪٽر جڙيل کي تپاسي پوءِ انجيڪشن تيار ڪري ٿو.)

جڙيل:- سڀئيءَ جو ضرور نہ آهي ڊاڪٽر صاحب (دائود ڏانهن نهاريندي) توکي تہ خبر آهي دائود.... (ڪنگهي ٿو.)

دائود :- اوهين چپ رهو سائين. ڊاڪٽر صاحب کي

سٺي هٿڙ ڏيو. (ڊاڪٽر جڙيل کي سٺي هٿي
ٿو ۽ پوءِ پنهنجا اوزار پنهنجي باڪس ۾
۾ رکندو ٿو وڃي.)

ڊاڪٽر:- اوهانکي هن سٺيءَ جو مڪمل ڪورس لڳاراٺو
پوندو (هڪ پني تڪر تي ڪجهه لکي، پنو
جڙيل ڏانهن وڌائي ٿو) ٢٠ سيون گهرائي
رکو. اٺڪل تي سٺ ستر روپين ۾ ملنديون.

جڙيل:- (ڊاڪٽر جو هٿ موٽائيندي) مونکي خبر
آهي (کنگهي ٿو) خبر آهي مونکي ڊاڪٽر
صاحب. مان پاڻيهي گهرائي وٺندس سيون —
اوهين خيال نه ڪريو (کنگهه ۾ ٻڏي
وڃي ٿو.)

ڊاڪٽر:- هيءُ ڪمرو به خراب آهي. نه هن ۾ هوا جو
گذر ۽ نه اس! اوهين ڪنهن ٻي جڳهه ۾
شفٽ ڪريو — ۽ هن حالت ۾ توهين پنهنجا
ٻار ٻچا ڇو نٿا گهرائي وٺو؟

جڙيل:- ٻار ٻچا! (کنگهي ٿو) واهه جا صلاح ڏني
اٿو! — دائود تون اڄ ئي تار ڪري ڇڏ
منهنجن ٻارن ٻچن ڏانهن ته جڙيل صاحب
جا ٻار ٻچو (کنگهي ٿو) اوهين هڪدم هليا
اچو. خانصاحب اوهانکي ساري ٿو — ۽ هيءَ
ڪوٺي به برابر هوادار ناهي — تنگ آهي

(مشڪي) ڊاڪ بنگلو بهتر ٿيندو — ڪيٽن ڊاڪٽر صاحب، مان ڊاڪ بنگلي ۾ وڃي رهان پوءِ ته بس! ڊاڪ بنگلو!! (کنگهه).

(دائود ڊاڪٽر جي ٻانهن کان جهلي ڪيس ٻاهر ڪڍي ٿو وڃي.)

جڙيل:- (پنهنجي منهن) ڊاڪ بنگلو بهتر ٿيندو — ڊاڪ بنگلو ۽ خانصاحب محمد جڙيل خان ۽ سندس پيار ٻچا! (ٿهڪ ٿو ڏئي ۽ ٿهڪ ڏيڻ سان کنگهه ۾ ٻڏي ٿو وڃي ۽ هٿ وڌائي ٽپائيءَ تان دوا جي شيشي هيٺ ڪيرائي ٿو ڇڏي) ڊاڪ بنگلو ۽ سائين محمد جڙيل صاحب جا پيار ٻچا! (مشڪي ٿو ۽ پوءِ جهيڻي آواز ۾ ڳائڻ شروع ٿو ڪري،) "ڪٿي آهين تون منهنجن خوابن جي راڻي — اچي ڪر خشڪ منهنجن نيڻن جو پاڻي!"
سندس آواز وڌيڪ جهيڻو ٿيندو ٿو وڃي ۽ پوءِ — يڪايڪ جڙيل جو ڪنڌ هڪ پاسي لڙي ٿو پوي.)

(دائود اندر داخل ٿئي ٿو. سندس هڪ هٿ ۾ پليٽ آهي جنهن ۾ ڪجهه انگور آهن. جڙيل کي هن حالت ۾ ڏسي پليٽ سندس

هٿ مان ڇڏائجي هيٺ تي ڪري. دائود جرنيل جي ڪنڌ کي پنهنجن ٻنهي هٿن سان ستو ڪري.)

دائود :- جرنيل سائين — جرنيل (سندس آواز ٻرجي ٿو اچي ۽ اکين مان ڳوڙها ٿا ڪرنس) — منهنجا خانصاحب جرنيل ......................
انا لله و انا اليه راجعون. (جرنيل جي لاش تي هڪ چادر ٿو وجهي.)

(پردو ڪري ٿو)

## منظرُ ڇهون

(بندوق جا ٻه ٺڪاءَ ٿين ٿا ۽ پردو ک‍ڇي ٿو)

جهنگل جو نظارو. پرڀان ڪجهه وڏا وڻ پيا ڏسجن. ساڄي طرف چند قبرون آهن جن جي پاسي ۾ چند ننڍا ٻوٽا لڏي رهيا آهن هوا ۾. بندوق جو هڪ ٺڪاءُ ٿئي ٿو ۽ هڪ تتر ڦٿڪندو اچي هڪ ڪچي قبر تي ڪري ٿو. ڪاٻي طرف کان ڪشمير ڪاٽن فيڪٽري جو مئنيجر مسٽر جعفري ۽ مسز جعفري اچن ٿا. ٻنهي ڪي هٿن ۾ بندوقون آهن. مسز جعفري پنهنجي بندوق هيٺ رکي وڃي تتر ۾ هٿ وجهي ٿي. ان ڪچيءَ قبر مان درد ڀريو آواز ٿو اچي، ”منهنجن خوابن جي راڻي تون ڪٿي آهين؟—“ مسز جعفري ڊپ وچان تتر اتيئي ڇڏي ڊوڙندي وڃي مسٽر جعفري کي ٿي چنبڙي. ان قبر مان سڙن جو هلڪو آواز اچڻ شروع ٿئي ٿو ۽ ٻوءِ سريلي آواز ۾ گاني جو آواز ٿو اچي:—

ڪٿي آهين تون منهنجن خوابن جي راڻي،
اچي ڪر خشڪ منهنجن نيڻن جو پاڻي.

مسٽر ۽ مسز جعفري ساڳي حالت ۾ آهستي آهستي ٻوٽي سرڪندا تا وڃن ۽ هڪ ٻوٽي جي پاسي ۾ ويهي

ٿا رهن. سڏن ۽ ڳاني جو آواز برابر ايندو ٿو رهي. ساڄي طرف کان هڪ ٻڪري اچي ان قبر جي پرسان بيهي ٿي رهي. هڪ ٻڪرار جنهن کي ڏگهي لٺ هٿ ۾ آهي سو ڊوڙندو اچي ٻڪريءَ کي ڪنڌ کان ٿو جهلي ۽ اٿيئي بيهي ٿو رهي. ڳانو ختم ٿئي ٿو.

ٻڪرار: (مسٽر ۽ مسز جعفري کي نوڙي سلام ٿو ڪري) ٻڇو نہ سائين. هن قبر مان روزانو هن مهل اهو ڳائڻ جو آواز پڌبو آهي. مان جڏهين پنهنجو ڌڻ ڪاهي گهوٽڙي ڏي واپس ورندو آهيان تڏهين هميشه انهن سريلن سرن سڻڻ لاءِ هتي ترسندو آهيان (مسٽر ۽ مسز جعفري هڪ ٻئي کان الڳ ٿين ٿا) پر مان چيا سائين، منهنجيون ٻڪريون بہ جيسين سمورو راڳ نہ ٻڌن تيسين اصل اڳتي ڪونہ وڌن، ڪٿي مان ڪيتري بہ ڪوشش ڪريان (پوئتي اشارو ڪري) ڏسو ٿا ڪيئن نہ سمورو ڌڻ چپ چاپ بيٺو آهي. رب منهنجي جي قدرت آهي منهنجا سائين! (مسٽر ۽ مسز جعفري ڪجهہ اڳتي وڌن ٿا. مسٽر جعفري قبر تان تتر ڪٿي ٿو ۽ مسز جعفري پٺ تان پنهنجي بندوق.)

مسٽر سعفري:- ڪيترو عرصو گذريو آهي هن قبر کي جڙئي؟ تمام پراڻي ٿي ڏسجي.

ڪرار:- برابر سائين ڏسجي پراڻي ٿي مگر هن کي تيار ٿئي پورا پنج مهينا به ڪونه ٿيا آهن.

مسٽر جعفري:- ۽ انهن پنجن مهينن کان برابر قبر مان راڳ جو آواز ايندو ٿو رهي؟

ڪرار:- ائين سائين. مان صبح جو ڏڻ چوڙي وڃي رهيو هوس ته هيءَ قبر تيار ٿي رهي هئي ۽ هن مهل جڏهين ڏڻ گهوٽ ڏي ڪاهي ٿي ويس تڏهين به انهيءَ راڳ جو آواز ٻڌم — پر هڪڙي ڳالهه اڄ نئين ٿي آهي جو اڳي راڳ جو آواز اهڙو چٽو ڪونه ٻڌبو هو جهڙو اڄ ۽ سازن جو آواز به راڳ سان اڄ ئي ٻڌو اٿم.

مسٽر جعفري:- ڪير آهي هن قبر ۾ دفن ٿيل؟

ڪرار:- ڪو منشي ٿا چون — سائين — ڪاردار جو. ڪڏهين ڪڏهين پيا منشي به هتي راڳ ٻڌڻ ايندا آهن ۽ قبر تي گل چاڙهيندا آهن. اهي چون ٿا ته هن جو نالو محمد جڙيل هو. غريب هو تنهن ڪري ڪيس ڪٿان به سڱ ڪونه مليو ۽ آخر سوڌو ڪنوارو رهيو.

مسز جعفري:- (عجب مان) جڙيل!— جڙيل ڪلارڪ!!

مسٽر جعفري:- چو— تون ڪيس سچائين چا؟

مسز جعفري:- (آهستي) ها— مان ڪيس سچائان — ڊاڪٽر محمود هن لاءِ منهنجو سڱ گهرڻ آيو هو ۽ حاجي بابا سائس هائوڪار به ڪئي هئي مگر پوءِ بابا سائينءَ کي ڪا خبر پئجي ويئي تہ هو مفلس آهي تنهن ڪري انڪار ڪري ڇڏيائين — هي اهو ساڳيو جڙيل آهي— غريب، بد نصيب جڙيل!

مسٽر جعفري:- مفلسي بہ هڪ لعنت آهي— (بڪرار کي) تون ڀاڻ ڪير آهين؟

بڪرار:- مان ڀاڻ لغاري آهيان — دودو نالو اٿم. هتان ميل ڪن پري هن ڳوٺ ۾ وينو آهيان (اشارو ڪري) اوـــ هو انهن وڻن پيرن جي پاسي ۾ منهنجو ڳوٺ پيو ڏسجي.

مسٽر جعفري:- (پنهنجي کيسي مان ڏهين روپئين وارو هڪ نوٽ ڪڍي ۽ اهو بڪرار کي ڏيندي) چگو هي ڏهہ روپيہ رک. هر روز هن قبر تي صفائي ڪندو ڪر ۽ ڏيو ٻاريندو ڪر. مان ڪشمير ڪاٿن فيڪٽري

يعني ڪپهه جي ڪارخاني جو مئنيجر آهيان. هر مهيني سونڪان انهيءَ ڪم لاءِ ڏهه روپيه وٺي ويندو ڪر.

(سائيڪلن تي چار پنج ڪلارڪ، محمد حسين ٻگهيو سميت، اچي ٿا لهن. سندن هٿن ۾ گلن جا هار آهن.)

ٻڪرار:- اوهين سائين اڄ دير ڪري آيو. راڳ اڳ ۾ ئي ختم ٿي ويو.

سڀ ڪلارڪ: (گنجي چون ٿا) افسوس ڪنوارا ڪلارڪ، اڄ اسين تنهنجو راڳ ٻڌي نه سگهيا سين!

(ڪلارڪ قبر تي گل ٿا چاڙهين ۽ پوءِ سيٺي گنجي هٿ آيا ڪري دعا ٿا گهرن ــــ ان بعد سيٺي واپس وڃن ٿا ۽ ــــ پوءِ مسز جعفري گلن جون ڪريل ڪليون زمين تان چوندي قبر تي ٿي رکي.)

(پردو ڪري ٿو ۽ پردي ڪرڻ کان پوءِ ٻه ٽي منٽ انهيءَ راڳ جو آواز ايندو ٿو رهي)

## ڪليڪ ايڪانامڪ هوميو فارمسي

نمبر 3 – دادا گارڊن، جمال الدين افغاني روڊ،
شرف آباد – ڪراچي.

۳۰ سائيز جون بلڪل سفيد گوريون جن ۾ ولمار شعيب جرمني ۽ ٻين ٻاهرين ملڪن جون، مهراڻ، هوميو اسٽورز، آرام باغ روڊ، ڪراچيءَ کان ورتل دوائون جذب ڪجن ٿيون، هتان براڻون بوتلن ۾ هيٺ ڄاڻايل قيمتن تي ملي سگهنديون. اهي پوسٽ / پارسل ذريعي به آرڊر سان اڌ قيمت جا پيسا موڪلڻ تي سپلاءِ ڪري سگهجن ٿيون:—

(۱) ۳۰، ۶، 3X طاقت جون
گوريون ٽپال خرچ ڪانسواءِ،

هڪ آئونس –/۲۰ روپيه

(۲) " " " ٻه آئونس –/۳۵ "

(۳) " " " چار آئونس –/۶۰ "

(۴) ۲۰۰ ۽ ۱۰۰۰ طاقت جي گورين جي هڪ آئونس تي –/۵ روپيه، ٻن آئونسن تي –/۹ روپيه ۽ چئن آئونسن تي –/۱۵ روپيه وڌيڪ ۽ ان کان وڌي طاقت CM تائين هڪ آئونس تي –/۱۰ روپيه، ٻن آئونسن تي –/۱۷ روپيه ۽ چئن آئونسن تي –/۲۵ روپيه وڌيڪ.

(۵) –/۵۰۰ روپين يا ان کان وڌيڪ جي آرڊر تي ۱۲ سيڪڙو ڪميشن ۽ –/۱۰۰۰ رپين يا ان کان وڌيڪ جي آرڊر تي ۲۰ سيڪڙو ڪميشن.

**محمد حسين اعوان**

رجسٽرڊ هوميو پيٿڪ ڊاڪٽر

ڪلينڪ اڪانامڪ هوميو فارمسي - 3، دادا گارڊن، جمال الدين افغاني روڊ، شرف آباد - ڪراچي.

هوميو پيٿڪ ڊاڪٽر ايم - ايڇ - اعوان



ڪئنسر سميت هر مرض جو علاج. پٿي، گردي ۽ پٿري، هاتو گاهائڻ. نڪ ۾ گوشت / هڏي جو وڌڻ ۽ وات رستي ساه کڻڻ. معدي پيٽ وغيره جو السر. پراسٽيٽ وڌڻ ڪري پوڙهن جو پيشاب بند. پيشاب جا سڀ مرض. ساڙو، البومين، پس، ڪنگهڻ ۽ چڪن تي پيشاب وهڻ. بادي يا خوني بواسير. فسٽيولا - فشر. دمو، گيس، قبض، گوڏن ۽ ٻين سنڌن جو سور وغيره.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاڙُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سڀني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمِ- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ون ون کي مون پاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)